# هٿن جي لڪيرن جو راز

By:
Jagumal. K. Lalwani



# هٿن جي لڪيرن جو راز

رچيندڙ:

## جڳومل لالواڻي

ڇپائيندڙ:

**سنڌيش پبليڪيشن**

پڪا پير فليٽ، اسٽيشن روڊ حيدرآباد

ڪتاب جو نالو: **هٿن جي لڪيرن جو راز**

رچيندڙ: **جڳو مل ڪي لالواڻي**

ڇاپو: **پهريون**

سال: 1999ع

تعداد: 1000

ڪمپوزنگ : **سهڻي ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر ڪوڪر پاڙو حيدرآباد**

ڇپائيندڙ: **سنديش پبليڪيشن**

**پڪا پير فليٽ اسٽيشن روڊ حيدرآباد**

قيمت: 50/= روپيا

"HATHAN JE LAKERAN JO RAZ"
by: Jagu mal K. Lalwani
Published by: Sandesh Publication
Pakha pir Filate Hyderabad.
Rs. 50/=

## ٻه اکر

هي ڪتاب جيڪو دست شناسي (هٿ ڏسڻ) جي متعلق سنڌي ٻولي ۾ پيش ڪجي ٿو تنهن ۾ هر ڳالهه شڪل وسيلي تفصيل سان سمجهائي وئي آهي، جيئن هٿ ڏسڻ جي فن سان چاهه رکندڙ هر ماڻهون آساني سان سمجهي سگهي. هن ڪتاب کي صحيح سينگارڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ڪئي وئي آهي. تنهن هوندي به ڪافي ڪوتاهيون ڏسڻ ۾ ايندئون دست شناسي به ٻين سائنس جي وانگر هڪ سائنس آهي ۽ هن جي پنهنجي زبان آهي تنهنڪري هن ڪتاب کي ٻين ادبي ڪتابن، جيڪي سهڻي سنڌي م لکيل هوندا آهن تن سان ڀيٽ نه ڪجي. ڇو جو هي ٽيڪنيڪل ڪم جيان آهي ۽ سيلس سنڌي ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب کي سنڌي ۾ پيش ڪرڻ لاءِ مسٽر راجيندر نيئر جي ڪتاب کان علاوه اردو ۾ مير بشير جي لکيل ڪتاب "دست شناسي ۽ Mr. Comte C. de Saint جي انگريزي ڪتاب The Study of Palmistry مان پڻ ڪجهه مدد ورتي وئي آهي.

اُميد ته هن ڪتاب مان شائقين پورو پورو لطف حاصل ڪندا ڇو جو هي ڪتاب تمام آسان سنڌي ۾ شڪلن وسيلي بيان ڪيل آهي. هن علم تي سني آزمودي ۽ عملي ڪم ڪرڻ وارو سٺو دست شناس بڻجي سگهي ٿو.

# فهرست


باب پهريون — هٿ

1- جذباتي دائرو
2- عملي دائرو
3- ذاتي دائرو
4- آنگريون
5- آنگوٺو
6- ڪرائي
7- هٿيلي

باب ٻيو — هٿ جي شڪل

1- ابتدائي هٿ
2- چورس هٿ
3- بيلچي نما
4- نوڪدار هٿ
5- روحاني هٿ
6- فلسفاڻو هٿ
7- مرڪب هٿ

باب ٽيون — آنگريون

باب چوٿون — آنگوٺو

باب پنجون — آنگرين جو هٿ جي بناوٽ سان واسطو

باب ڇهون — غير معلومي نشانات

باب ستون — هٿ جو رنگ

باب اٺون — حياتي جو عرصو ڏاهڪن ۾

باب نائون — هٿ جي ننهن بابت

باب ڏهون — هٿ جو ليڪون

باب يارهون — عمر جي ليڪ

باب ٻارهون — دماغ جي ليڪ

باب تيرهون — دل جي ليڪ

باب چوڏهون — صحت جي ليڪ

باب پندرهون — نصيب جي ليڪ

باب سورهون — شهرت جي ليڪ

باب سترهون — شادي ۽ اولاد جون ليڪون

باب ارڙهون — مختلف ننڍيون ليڪون

جهڙوڪ

(1) دولت جي ليڪ
(2) سفر جي ليڪ
(3) حياتي ۾ رڪاوٽن جي ليڪ
(4) محبت جي ليڪ
(5) انترگيان يا اندروني ٻوجهه جي ليڪ
(6) خاندان يا ڪٽنب جي ليڪ
(7) اثرائتي ليڪ
(8) ڪرائي جا ڪنگڻ
(9) جيون مارگ جي ليڪ
(10) حياتي ۾ فڪرات جي ليڪ
(11) منگل جي ليڪ
(12) مختلف آڏيون ۽ اڀيون ليڪون
(13) زهره جو دائرو
(14) قوس سليماني (سالومن جو ڇلو)

باب اوڻيهون — آيار

گرو جو أيار
ڇنڇر جو أيار

سورج جو اُيار
ٻُڌ جو اُيار
منگل جو اُيار
چنڊ جو اُيار
شڪر جو اُيار
هٿ جي ترائي
اُيارن جو هڪ ٻئي طرف جهڪاءُ

## باب ويهون هٿ جو مختلف نشانيون

ستارو
چورس
ڪراس
ٽڪنڊو
گول ۽ زنجير
جالي
ٽِڪو
لهرن جيان ليڪون
ننڍيون ليڪون
ٻيون مختلف نشانيون
ٻيٽ

## باب ايڪويهون مختلف خصوصيتون

ڪنهن روڪ لاءِ ليڪ جو ڪٽجڻ ۽ چڙاهه
ٻه ڦنگي ليڪ
چرخي نما ليڪ
ليڪن جو هيٺين ۽ مٿين طرف رخ

## باب ٻاويهون هٿ ڪي ڪيئن پرکجي- ڪجهه بنيادي حقيقتون

1- گرو جي آنگر
2- سالومن جو ڇَلو
3- چاهنا ڏيڪاريندڙ ڳري
4- گرو جو اُيار

5- زهره جو ڇلو
6- منطق ڏيڪاريندڙ ڳري
7- هيٺائون مريخ جو اڀار
8- عمر جي ليڪ
9- منگل جي ليڪ
10- زهره (شڪر) جو اڀار
11-خوش پرستي جي ليڪ(عياشي)
12- هٿ جا ڪنگڻ
13- زُحل جي آڱر
14- سُوريہ جي آڱر
15- عطارد جي آڱر
16- زُحل جو ڇلو

17- زحل جو اڀار
18- سوريہ جو اڀار
19- دل جي ليڪ
20- عطارد جو اڀار
21- دماغ جي ليڪ
22- اولاد جي ليڪ
23- شادي جي ليڪ
24- ٻڌرگره جي ليڪ
25- انترگيان (وجدان) جي ليڪ
26- مٿائون مريخ جو اڀار
27- نصيب جي ليڪ
28- شهرت جي ليڪ
29- چنڊ جو اڀار



**اُپار** آنگرين جي جڙ ۾ هوندا آهن. مريخ جو آنگرين جي معرفت نالو نہ آهي پر مٿائون ۽ هيٺائون مريخ جي نالي سان سڏيا ويندا آهن.

مٿيون مريخ اخلاقي نموني ڪنهن بري ڪم لاءِ روڪ ظاهر ڪري ٿو پر هيٺون مريخ جيڪو هڪ ٽڪنڊي شڪل ۾ هوندو آهي اهو بدني طاقت ۽ ويڙهاڪ خيال رکندڙ خوبيون ڏيکاري ٿو.

## شڪر جو اُپار: (1)

ويڪرو، مضبوط ۽ گول نما شڪل جو آهي. اهو تندرستي، دلي حُب، وفاداري، دل ۾ قياس رکڻ ۽ ٻارن سان پيار رکندڙ خوبيون ڏيکاري ٿو. جيڪڏهن نہ اُبريل حالت ۾ آهي تہ: پوءِ نازڪ طبعيت، خود غرضي، عليحدگي پسند بابت اشارو آهي.

تمام وڏي ماپ وارو ۽ گهٽو اُپار رکندڙ: گهٽي جسماني طاقت رکندڙ هوندو. ٻلين مٿائون پر جي مضبوط حالت وارو آهي تہ اهڙو فرد عورتن سان زياده سنبت رکندڙ هوندو. بيشڪ مٿائون پر نرم حالت وارو آهي تہ اِها پورالي، چنچل ۽ تماسي خيال رکندڙ بابت ڏيکاري ٿو.

اُپارجو هيٺائون ياگو چڱو خاصو ٻاهر نڪتل هجي تہ اهو سندن [illegible] رکندڙ ڪمن ۾ استعمال ٿيڻ بابت ڏيکاري ٿو.

## هيٺائون مريخ جو اُپار: (2)

**صحيح ماپ وارو اُپار: جسماني طاقت رکندڙ، پڪو، هڪ ڳالهہ وارو ۽ نازڪ وقت ۾ ٺڌو دماغ رکڻ بابت خبر ڏئي ٿو.**

**نہ اُبريل حالت: گيدي پڻي ۽ جسماني پيڙا جو ڊپ رکندڙ: تمام وڏو ۽ گهٽي ياگي ۾ پکڙيل اُپار: اهڙي اُپار وارو ماڻهو شوخ طبعيت وارو، بحث ڪندڙ، ظالم ۽ ڪنهن بہ ايندڙ خطري جو ڊپ نہ ڪندڙ هوندو.**

## (وسپت) گڙو جو اُپار: (3)

**وچولي حالت وارو اُپار رکندڙ ماڻهو اُچي خيال وارو، سٺي سياءُ وارو، اُتساهہ وارو، پاڻ تي ڀروسو رکندڙ، سخي، اصطلاحي، قدامت**

پسند، ڏام ڏوم وارو ۽ سٺي وهنو، وارو ماڻهو هوندو.

نہ اُپريل حالت وارو: خود مطلبي، سست ۽ يقين نہ رکندڙ.

تمام وڏو گهٽو اُپريل ڏيکاري ٿو تہ اهڙو ماڻهو مغرور ۽ رڳو پنهنجن ڪمن ۾ خيال رکندڙ.

زُحل جي اُڀار سان ملندڙ حالت وارو ٻئي ڪنهن سان ڀائيواري ۾ خوشي سان نہ ڪم ڪندڙ هوندو.

## زُحل جو اُڀار: (4)

وچولي حالت رکندڙ اُڀار وارو ماڻهو اندر جهاني، محنتي ۽ دوورانديش هوندو.

اُڀار صفا ڊيل ۽ سٺين سڌي حالت ۾ هجي تہ: اهڙو ماڻهو ڏنڊي وغيره ۾ پيو هلندو پر پاڳہ نہ ورائيندو.

اُڀار تمام وڏو ۽ گهٽو اُپريل حالت وارو هجي تہ: اهڙو ماڻهو هميشہ اڪيلائي پسند هوندو ٿي سگهي ٿو تہ بيمار گذاري يا اجان بہ ٿي سگهي ٿو تہ پاڻ کي نقصان پهچائي (وڏيڪ تہ قدرت واري کي خبر).

هن اُڀار جو جهڪاءُ گرو جي اُڀار طرف: اهڙو ماڻهو ڳنڀير طبعيت جو ۽ اوچ خيال رکندڙ هوندو.

هن اُڀار جو جهڪاءُ سُوريہ جي اُڀار طرف: اهڙو ماڻهو حسن جو بيحد قدر شناس هوندو.

## سُوريہ جو اُڀار: (5)

وچولي حالت وارو: دل پسند نصيبي ليک وارو، ڪاريگري جي ڪم سکڻ ۾ چاهنا رکندڙ ماڻهو هوندو.

ڊيل ۽ تراڪڙو اُڀار: ڏيکاري ٿو تہ اهڙو فرد موڳو هوندو ۽ هن جي اڳيان ڪوبہ مقصد نہ هوندو ۽ ڪنهن بہ سڌارڪ سيپتا ۾ چاهنا رکندڙ نہ هوندو.

تمام وڏو اُڀار: اهڙو ماڻهو بناوٽي ۽ فضول خرچ هوندو.

سُوريہ جي اُڀار جو ٻُڌ (عطارد) جي اُڀار طرف جهڪڻ.
اهڙو ماڻهو پنهنجي فن مان گهڻو پئسو ڪمائيندو.
سُوريہ جي اُڀار جو ٻُڌ جي اُڀار سان ملِيل هئڻ جي صورت ۾ اُنهي اڀارن واري آنگرين جي لاڙي ڪي وڏيڪ مضبوطي ملي سگهي ٿي.

## ٻُڌ (عطار) جو اُڀار: (6)

جيڪڏهن اهو اُڀار مناسب ماپ وارو آهي تہ اهڙو فرد سمجهہ ۾ تکو، چتر، محنتي ميل جهول رکندڙ هوندو.
اُڀار جيڪڏهن تراکڙو ۽ ڊبيل صورت ۾: تہ اهڙو شخص موڳو، بدمزاج، ويهہ وسوڙو، مطلب تہ زندگي ۾ بلڪل ناڪامياب هوندو.
اُڀار مناسب حالت کان وڏو: اهڙي شخص ۾ خوش مزاجي جو عنصر هوندو.
تمام وڏو ۽ گهڻو اُڀريل: اهڙي شخص جي تمنا صرف مال گڏ ڪرڻ ۾ هوندي. اهڙو ماڻهو حساب ڪتاب ۾ بلڪل صحيح نہ هوندو ۽ اهڙي ماڻهو جو آنگريون بہ ننڍيون هونديون.
(ٻُڌ) عطارد جي اُڀار تي ننڍين ليڪن جو هئڻ: اهڙو شخص ڪنهن ٻئي جي سنڀال ڪري يا بيماري جي حالت ۾ مدد ڪري. يعني اهڙيون ليڪون نرسن ۽ ڊاڪٽرن جي هٿ ۾ هونديون آهن.

## مريخ جو مٿيون اُڀار: (7)

جيڪڏهن نارمل حالت جو آهي تہ: پوءِ اهڙو شخص سٺو اخلاق رکندڙ ۽ همٿ وارو هوندو.
تراکڙو ۽ ڊبيل اُڀار: هن حالت واري ماڻهو ۾ گيديڙپو هوندو اتس ۽ اهو رڳو پنهنجي مطلب ۾ پورو هوندو.
اُڀار تمام وڏو ۽ پکڙيل: اهڙي حالت واري شخص جي چال سٺي نہ هوندي ۽ هميشہ ڪنهن نہ ڪنهن کي طعنا پيو هڻندو ۽ سندن دماغ هميشہ ڪنور ڀني سان ڀريل هوندو.

## چنبـ جو آپـار: (8)

هي آپار جيڪڏهن نارمل حالت جو آهي تہ پوءِ اهڙو شخص قابل حسن (نازڪ طبعيت وارو) امتيازي، خيالي، مختلف قسمن جي فن ۾ چاهہ رکندڙ ۽ ڪين سمنڊ جي مسافري لاءِ شوق گهڻو هوندو.

آپـار جي ڊيل ۽ تراڪڙي صـورت: اهڙو شـخص بي خيـالو، تعصب رکندڙ ۽ منجهس همدردي جو مادو نہ هوندو.

تمام وڏو ۽ پکڙيل آپار: اهڙي شخص ۾ ڀروسو گهٽ ڪجي تہ سٺو ڇو جو هن جون ڳالهيون وڏيون ۽ ويچار گهٽ هوندو اٿس.

آپار سنهو ۽ مضبوط: اهڙو شخص اٿرائتو مضبوط، سنهو سوچ رکندڙ هوندو. ڪين دمـاغ ۾ ڪنهن نہ ڪنهن نئي چيـز جي ايجاد جو خيال هوندو.

آپار سنهو پر نرم: اهڙو آپار هٿ لائڻ سان تمام نرم (ڪمزور چمڙي) وارو هوندو اٿس. اهڙو شخص گٽنين ۾ ڀڏل هوندو آهي. اهڙو آپار جيڪڏهن شـڪر جي آپار تائين پهچي تہ اهو ڏيکاري ٿو تہ اهڙو شخص غيبي طاقت رکندڙ هوندو.

### (A) آنگرين جا نشان: ننڍي ڪمان جي شڪل

**اهڙو شـخص سـخت دل وارو، ناقـابل جس، وهمي، منڪـر، بناجذبي وارو ۽ ناستڪي سڪيا وارو هوندو.**

### (B) تنبو نما ڪمان:

**اهڙو شخص جيتوٽيڪ موجي قسم جو هوندو پر طبعيت ۾ ضد ضرور هوندو.**

### (C) ڦاهي يا سرڪٽي نما شڪل:

**اهڙو فرد نرم مزاجي، صاف سـترن خيالن وارو، پر گهڻ متيو هوندو.**

### (D) ائٽ جي چرخ نما شڪل:

**اهڙو فرد خود مختيـار هوندو ۽ بدن جو ڊول سنو ۽ ڪنهن بہ ڪم جي جوابداري سونپجڻ تي تمام سنو ثابت ٿيندو.**

**(E)** سيني نشانين جو ميل:

اهڙي نشانين واري فرد کي دماغي مونجهہ هوندي ۽ ڪڏهن بہ ڪليل دماغ واري ڳالهہ نہ ڪري سگهندو.

**(F)** جيڪڏهن مٿين نشانين سمجهڻ ۾ اوهان صحيح نتيجي تي نٿا پهچو تہ شڪل (F) ۾ تہ ياري ڪي ڏسو.

ڪمان واري شڪل ڪي تہ ياري نہ آهي. تنبو نما شڪل ڪي هڪ ۽ ائٽ جي چرخي ڪي بہ آهن.



# مــنــڍ

اوهانکي ڪنهن شهر، ڳهٽي يا رستي ۾ گهمندي ضرور قسمي قسمين ماڻهن سان ملڻ. نموني نموني جو شيون ڏسڻ ۽ طرحين طرحين جي واقعن جي معلومات حاصل ڪرڻ جو موقعو ملندو هوندو پر اوهان هر ڳالهہ تي ڌيان بہ نہ ڏيندا هوندا. جي اوهان جو ڌيان ڪن اهڙين شين يا اهڙن واقعن ڏانهن ڇڪائجي تہ پوءِ شايد ان جي چاهت جو اوهان جي من تي جيڪو اثر ٿيندو ان تي خود اوهين حيران ٿيندا ۽ پوءِ هن طرف جيڪو اوهان جو لاڙو رهندو، اهو اوهان جي زندگي ۾ خوشي محسوس ڪرائيندو رهندو ۽ اوهان جي اندر پيدا ٿيندڙ چاهت اوهان جي اٿڻ، ويهڻ اخلاق تي قابض هوندي ۽ اهڙي چاهت کي ڪامياب رکڻ لاءِ اوهان کي جسماني طور ڪم ڪرڻو پوندو. اوهان جو دماغ، اوهان جي خيالن جو غلام آهي. جيڪي خيال اندر ۾ پيدا ٿين ٿا، دماغ تنتي شرستي رستي انهن خيالن جي آمدرفت ڪندو رهندو آهي ۽ انهي موجب ڪيترن ئي چڱاين ۽ براين کي جنم ملي ٿو. هٿ هڪ خاص عضوو آهي جيڪو من جي اندر موجب ڪم ڪري ٿو. من اندر مختلف خيالن جي پيدا ٿيڻ جي ڪري أنهي هٿ سان ڪنهن جو قتل بہ ٿئي ٿو ۽ انهيءَ هٿ سان ڪنهن جي مدد بہ ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ سڀني ۽ برن خيالن جي اثر جو پتو هٿ جي ليڪن، أيارن مان پوي ٿو ۽ انهن جي پڙهڻ کي هٿ جي زبان چئبو آهي، انهي زبان کي سمجهڻ کي پامسٽري چيو ويو آهي. اهو بلڪل صحيح آهي تہ هٿ اوهان جي حياتي جو پتلو آهي. هر ڪنهن جا هٿ هن جي خيالن، اخلاق مطابق بين ڪان مختلف ٿيندا آهن. هٿ جي ليڪن ڏسڻ سان گذريل ۽ ايندڙ واقعن بابت ٻڌائي سگهجي ٿو. ايندڙ واقعن بابت بلڪل سو فيصد صحيح ٻڌائڻ تہ مشڪل ٿيندو ڇو جو ڪجهہ اهڙيون شيون آهن جنهن بابت ٻڌائڻ لاءِ روڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ خراب ڳالهين جي اڳڪٿي هٿ ڏيکاريندڙ کي اونداهي جي خبر ڏيندي ۽ هو هميشہ اداس، نا اميد رهندو. هٿ جون ليڪون اوهان جي اخلاق، بيماري،فن، شهرت، مسافري بابت سڀ ڪجهہ صاف ٻڌائن ٿيون. ڪنهن حادثي يا خودڪشي سبب اوچتي موت بابت اڳ

ڪٽي ڪرڻ بلڪل نا مناسب آهي پر اهو پامسٽ جو فرض آهي ته ڪجهه اهڙا نقطا ٻڌائي جنهن سبب خود ڪشي وغيره جي واقعن کان هٿ ڏيکاريندڙ جو خيال ٽري وڃي.

پامسٽري (دست شناسي) هڪ تمام مزيدار علم آهي. اهو اصل ۾ باندر نما ماڻهن جي غارن مان حاصل ڪيو جيڪي وحشي حاڪمن جي غلامي ڪاٽي رهيا هئا ۽ هن جي ڪڙي پٿر جي ڇاپن سان ملي ٿي اصلي دست شناسي سمجهو ته ختم ٿي وئي. ارڙهين صدي دوران چارلس ڊارون اهو صاف ٻڌايو آهي ته سيني جنسن جي شروعات پاڻي مان آهي پر دست شناسي هڪ مختلف فن آهي، جيڪو پٿر جي ڇاپي مان حاصل ڪيو ويو. اهو ضرور آهي ته دست شناسي ڪو غيبي علم نه آهي پر قدرتي معلومات جي وسيلي گوء ڪٽي ويو آهي. ماڻهو هن وديا (تعليم) جي آڱرين ۾ اعتبار انهي ڪري رکن ٿا ڇو جو انسان جي من جو واسطو اخلاقي نيتي سان آهي. دست شناسي حسابي علم جي طرح صاف سائنس نه آهي. لڪيرن ۽ آيارن جا ڪي خاص قائدا قانون به نه آهن پر فن جي ذريعي ليڪن جي صحيح سڃاڻپ ملي ٿي. دست شناسي بلڪل صحيح آڱڪٽيون نٿي ٻڌائي ڇو جو اوهان هن مضمون جو مطالع ڪيو ٿا جنهن جو واسطو ماڻهو سان آهي نه ڪي اهڙين شين سان جنهن جي جهڙوڪ اوهين ڪيميائي چڪاس ٿا ڪيو.

ڪٽي آڱڪٽيون بلڪل صحيح نه به ثابت ٿين پر اهي اوهان ڪي اهڙين ڳالهين ۾ مدد ڪنديون جنهن وسيلي اوهان پنهنجيون صحيح ڪوششون صحيح هنڌ تي لڳائي سگهو جيڪي اوهان جي لاءِ مناسب بيهن. ڪو به دست شناس ڪنهن معجزي بابت آڱڪٽي نه ڪري سگهندو ڇو جو اسان به ته انسان آهيون ۽ غلط آڱڪٽي سامهون واري هٿ ڏيکاريندڙ جي دل کي ڌڪ رسائڻ جو بهانو به بڻجي سگهي ٿي.
هي ڪتاب سڀ ڪجهه منهنجي هٿن جي مطالع جو نتيجو آهي هن علم جي قدر ڪي مٿائون رکڻ لاءِ مون پنهنجي پوري لگن ۽ شوق سان دست شناسي جا متا واضع ڪيا آهن جئين هر ڪو آساني سان سمجهي سگهي، جئين ته اوهان سمجهي سگهو ٿا ته آزمودو هڪ سٺو استاد آهي ۽ هن علم جو استعمال ٿي اوهان ڪي هن علم جو استاد ناهي سگهندو

انگ وديا مطابق اهو صاف آهي تہ هٿ بدن جو خاص عضوو آهي، جيڪو تمام گهڻين واقعن جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ دماغ سان ڪيترين ئي نسن جي وسيلي ڳنڍيل آهي. پامسٽري ڪنهن صحيح مقصد لاءِ استعمال ڪجي نہ ڪي ڪنهن برائي لاءِ، ڇو جو انسان ڪافي ڳالهين ۾ نا مڪمل آهي تنهنڪري اهو مناسب نہ ٿيندو جو قدرت واري جي ڳجهہ جو ناجائز استعمال ٿئي.

دست شناس ڪي پنهنجون خدمتون گهر بل لاءِ سٺي نموني پيش ڪرڻ گهرجن ڇو جو هن خيالن جي دنيا ۾ هن علم کي قائم رکڻ جو موقعو آهي.

# "هٿ"

هٿ انساني انگ ودڍ جو خاص عضوو آهي. دماغ کان هٿ ڏانهن وڏ ۾ وڏ نسون ايندڙ آهن جو انساني جسم جي ڪنهن به ٻئي عضوي ڏانهن ايندڙ نه آهن. تنهنڪري هر هڪ حڪم هٿ تي آساني سان ٿئي ٿو. ساڳئي نموني هٿ من جي اندر خيالن جون ردو بدل، حياتي ۾ ٿيندڙ واقعن کان پهرين ٻڌايو ڇڏي ۽ انهي ڪري هٿ من جو آئينو سمجهيو ويندو آهي، جيڪو هر طرح من جي اندر جا خيالات ڏيکاري ٿو.هٿ هڪ خاص عضوو آهي جنهن ۾ آڱريون ننهن، هٿيلي، آڱوٺو ۽ ڪرائي جو ڪجهه حصو شامل آهن. مڪمل هٿ کي ياڱن ۾ ورهايو ويو آهي، جيئن شخصي حقيقتن جي صحيح ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. هٿ جي گوشت ڀريل حصي کي هٿ جي تري چئبو آهي. ان کي ٽن برابر دائرن ۾ ورهايو ويو آهي. ٽنهي کي ملائي هٿ جي تري سمجهيو وڃي.

دائرو جذباتي
دائرو عملي
دائرو سپاويڪ

## دائرو جذباتي

اهو خاص دائرو آڱرين جي پاڙ کان هٿيلي جي مٿين حصي تي ٺهيل آهي. جنهن ۾ دل جي ليڪ گرو (وسپت)، زُحل، سُوريه ۽ ٻُڌ (عطارد) جا اُڀار اچن ٿا.

## دائرو عملي

هٿ جي تري جو اهو حصو جيڪو دائري جذباتي کان هيٺ ۽ دائري جسماني کان مٿي سڄو دائرو عملي سڏيو وڃي ٿو.

## دائرو سياويڪ

اهو دائرو عملي دائري کان هيٺ جنهن ۾ ڪرائي کان سڄو مٿيون حصو اچي ٿو.

## آڱريون

آڱوٺي کي ملائي پنج آڱريون ٿين ٿيون. پهرين آڱر کي "ڏسڻي" چيو وڃي ٿو. وچين آڱر زُحل جي. منڍي واري آڱر کي سُورج جي، ننڍي آڱر (چينچ) کي ٻڌ واري، (عطارد) ۽ آڱوٺو خاص طرح آڱرين کان پري آهي. ڪافي ماڻهو اهڙا به آهن جن کي ڇهه يا ست آڱريون هونديون آهن ۽ اهي به هٿ پڙهڻ جوڳا هوندا آهن.

ڇهين ۽ ستين آڱر جي خوبي جو پتو هٿان ئي ملندو جنهن هنڌ تي اها آهي.

آڱرين جي سختي جو پامسٽري ۾ وڏو ڪردار آهي. انهي مان ماڻهو جي حاضر دماغي ۽ اخلاق جو پتو پئجي ٿو.

هر هڪ آڱر کي ٽي سَنڌ هوندا آهن جنهن کي ڳريون به چئبو آهي. پهرين ڳري جنهن ۾ ننهن وارو حصو به شامل آهي، اهو چالاڪي ۽ اخلاق بابت پتو ڏئي ٿي ۽ ٻئي جيڪا پهرين کان هيٺ آهي اها عملي خاصيت ۽ ٽئين ڳري مان مادي فائدي ۽ ميراث بابت خبر پوي ٿي.

## آڱوٺو

آڱوٺو سيني آڱرين ۾ هڪ اهم انگ آهي. اها هڪ پراڻي چوڻي آهي ته " هي منهنجي آڱوٺي هيٺ آهي." آڱوٺي کي ٻه سَنڌ هوندا آهن ۽ باقي سيني کي ٽي سنڌ آهن. آڱوٺي جو مٿيون سَنڌ، جنهن ۾ ننهن اچي ٿو، اهو هن فرد جي اِچا شڪتي ٻڌائيندڙ آهي جڏهن ته هنيون حصو هن فرد جي منطقي خيال (نياءُ وديا) بابت ٻڌائي ٿو.

## ڪرائي

ڪرائي هٿيلي جي جڙ واري حصي کي سمجهيو ويندو آهي.

ڪرائي مان ماڻهو جي آپي ۾ سياءَ جو پتو پوندو آهي خاص طرح هٿيلي جي. ٻن حصي مان، ماڻهو جي ميراث بابت سمجهڻ ڪي اهميت ڏجي.

## هٿ جي تراڻي (هٿيلي)

هٿيلي اهو گوشت ڀريل ٽڪرو آهي جيڪو آنگرين جي جڙ ۾ ڪرائي ڪان مٿي آهي. هن ۾ مختلف ليڪون ۾ اُڀار آهن جنهن مان اٺ خاص اڀار آهن.

(١) گرو جو اُڀار

(٢) زُحل جو اُڀار

(٣) سُوريہ جو اُڀار

(۴) (عطارد) ٻُڌ جو اُڀار

(۵) مريخ جو اُڀار

(٦) چنڊ جو اُڀار

(٧) شُڪر (زهره) جو اُڀار

(٨) هيٺائون مريخ جو اُڀار

چنڊ جو اُڀار ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. ان ڪان علاوه ست مکيہ ليڪون آهن جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

(١) دل جي ليڪ

(٢) دماغ جي ليڪ

(٣) عمر جي ليڪ

(۴) نصيب جي ليڪ

(۵) شهرت جي ليڪ

(٦) صحت جي ليڪ

(٧) شادي ۾ ٻارن جو ليڪون

مکيہ ليکن کان سواءِ ٻيون بہ ڪجهہ اهم ليڪون آهن
جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

(۱) دولت جوڻليڪون
(۲) سفر جوڻليڪون
(۳) ڪاميابي ۾ رڪاوٽ ڪندڙ ليڪون
(۴) اندروني ٻوجهہ ڏيکاريندڙ ليکون
(۵) ڪتنب بابت پروڙ ڏيندڙ ليڪون
(٦) حياتي ۾ اثر ۽ دٻدٻو ڏيکاريندڙ ليڪون
(۷) منگل (مددگار) ليڪون
(۸) هٿن جا ڪنگڻ
(۹) فڪرات ڏيکاريندڙ ليڪون
(۱۰) پيشي متعلق خبر ڏيندڙ ليڪون

## لڪير نما ڪجهہ خاص نشانات

(۱) سولومن ڇَلو
(۲) زهره جو ڇَلو
(۳) زُحل جو ڇَلو

سيني ليڪن جي اهميت خصوصيت، رنگ هٿن جي شڪل بابت خلاصو اڳين بابن ۾ ڏنو ويو آهي. اهو سچ آهي تہ وڏي هٿيلي ۾ نندين آنگرين جو هئڻ ثابت ڪيو تہ ان فرد پنهنجي پيشي ۾ ترقي نہ ڪئي ۽ آهستي آهستي اڳتي واڌاري کي ختم ڪري ڇڏيو ٻر جيڪڏهن آنگرين جي لمبائي هٿيلي جي ڊيگهہ کان وڌ آهي تہ پوءِ صورتحال ابتڙ هوندي.

باب ٻيو

# هٿ جي شڪل

اڳ ۾ اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ هٿ ئي انساني جسم جو بي مثل حصو آهي، جنهن تي انساني خوبين، مشغولين جا عڪس ڏٺل آهن. جئين تہ فوني جي پليٽ ۾ گانا ڀريل آهن ائين هٿ بہ هڪ پليٽ آهي جنهن ۾ زندگي جا ڪئين واقعا انهي ٻولي ۾ رڪارڊ ٿين آهن جيڪا هٿ شناس ئي ڄاڻي سگهي ٿو. هست وديا (هٿ جي ليڪن کي سمجهڻ جو علم) اعتبار جي لحاظ کان هڪ ڳجهي سائنس آهي جنهن پنهنجو اصل نسل وڃائي ڇڏيو آهي تنهنڪري اڄ تائين هن جي شروعات بابت صحيح ڄاڻ ڪٿان بہ نٿي ملي. پر هن علم جي معلومات سان انسان کي ڪجهہ زندگي ۾ مزو محسوس ٿيو ۽ پنهنجي عملي زندگي ۾ واڌاري لاءِ ڪوشش ۾ اضافو آندو. هن علم جو اڀياس اوهان جي صحت، ڌنڌي ۾ ڪاميابي ۽ ترقي بابت سڀ ڪجهہ ٻڌائي ٿو. هٿ تي اهي بہ نشانيون آهن جنهن وسيلي ماڻهو جي طبعيت بابت يعني هي رڳو خيالي آهي يا عملي ڪم ڪري سگهي ٿو وغيره جي خبر ملي ٿي. هٿ اڪثر هڪ ٻئي کان مختلف هوندا آهن. تمام ورلي ڪي هٿ اوهان کي ڏسڻ ۾ ايندا جنهن ۾ گهٽيون ڳالهيون ساڳيون نظر اينديون تنهنڪري الڳ الڳ طرح هٿ جو رنگ، چمڙي، هٿ جي شڪل جاچڻ ضروري آهي ڇو جو هر ماڻهو ۾ اهي شيون جدا جدا ملنديون.

اڪثر هٿ ڳاڙهي ۽ پوري رنگ جا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. عام رواجي هٿ ستن قسمن ۾ وراهيل آهن.

| | |
|---|---|
| (1) ابتدائي هٿ | (5) روحاني هٿ |
| (2) چورس هٿ | (6) فلسفانہ هٿ |
| (3) بيلچي نما هٿ | (7) مرڪب هٿ |
| (4) نوڪدار هٿ | |

## ابتدائي هٿ:

هن قسم جا هٿ ٻين سڀني قسمن کان تمام مختلف ٿيندا آهن
جو جو اهي هٿ ماپ، شڪل ۾ نسبت نه رکندڙ هوندا آهن.



ابتدائي هٿ

اهڙا هٿ هميشه سخت ۽ کهري چمڙي وارا ٿيندا آهن. هٿيلي جو بنيادي حصو ويڪرو ۽ آڱوٺو ننڍو هوندو اٿس. اهڙي هٿ جا سڀ اُڀار گوشت ڀريل يا گدي نما ٿيندا آهن. سڀ ليڪون صاف ڏسڻ ۾ ايندڙ يون آهن. (ڏسو شڪل)

## چورس (عملي) هٿ:

هٿيلي شڪل ۾ چورس نما هوندي ۽ ماپ ۾ چورس جي اندر هوندي. چورس هٿ کي آڱريون به چورس طرح هونديون، ننڍيون يا وڏيون پر آڱر جي پُڇڙي چورس جي بنياد هوندي. اهڙو هٿ هموار ۽ چورس هوندو آهي. اڪثر سڀ ليڪون گهريون ۽ واضح هونديون. چورس هٿ وارا ماڻهو ڪم رچائيندڙ هوندا آهن. انهن کي چاهه لڳن هوندي اٿس. اهي پنهنجي ڪوشش رائگان نه ٿيڻ ڏيندا. اهڙي نموني

سان ڪوشش جاري رکندا جئين ڪجهه نتيجو حاصل ٿئي. اهڙا ماڻهو زباني طور نه پر عملي طور ڪم ڪندا آهن. تنهن ڪري هر هنڌ عزت ملندي اٿس. اهڙي قسم جا ماڻهو مهربان به هوندا آهن. اڪثر اهڙا ماڻهو ڊاڪٽر يا انجينئر وغيره ملندا يا ڪنهن ٻئي شعبي ۾ هوندا جتي عملي ڪم ڏيندڙ هوندو. اهڙن هٿن وارن سان اهو انديشو رهي ٿو ته زندگي ۾ هڪ دفعو ڪنهن حادثي سببان آپريشن ٿئي. اهڙا ماڻهو ڪفايت سار ضرور هوندا پر پئسي ميڙڻ جو ايترو شوق نه هوندو. پهرين آڱر ۽ آڱوٺي جي وچ ۾ گهڻو فاصلو هئڻ سخاوت جي نشاني آهي جيڪو ٻين قسمن جي هٿن ۾ نه هوندي.

اهڙن ماڻهن کي پنهنجو سوچ ۽ پنهنجو ڪم ڪرڻ جو انداز هوندو آهي. حياتي ۾ انهن کي محنت ئي محنت ڪرڻي پوندي آهي ۽ اهڙو ئي ڦل هنن کي ملندو رهندو آهي. پر اهڙا گهٽ ماڻهو ملندا جنهن جو هٿ چورس هجي. چورس هٿ وارن ماڻهن کي ٻلي ٻت اوکي تاثير ڪم ڪرڻ جو اپياس هوندو اٿس. جيتوڻيڪ ڪم جا اهي تيز ۽ ڦڙت هوندا آهن پر حياتي ۾ هر قدم سيانالي کڻندا آهن. (ڏسو شڪل)



## بيلچي نما هٿ:

اهڙي قسم جا هٿ بي ڍول ۽ ڏنگا هوندا آهن. اهي هٿيلي جي پيچڙ حصي کان هٿيلي جي جَڙ وٽ سوڙها هوندا آهن. اهڙن هٿن جي آنگرين جي چوٽي به کوڏر جي مثل هوندي، اهائي هٿ جي سڃاڻ آهي. هٿيلي خود به بيلچي نما هوندي اٿس. اهڙي قسم جي هٿ جو آنگونو ٺيڪ ٺاڪ لمبائي وارو هوندو ۽ آنگريون جَڙ وٽ ويڪريون هونديون آهن. ليڪون به صاف پڙهڻ ۾ اينديون. اهڙي قسم جي هٿن وارا مالڪ موسيقار تمام سٺا مکينڪ هوندا آهن يا وري سرجن به هوندا جن جي پيشي لاءِ اهڙين آنگرين ۽ اهڙي هٿ جي ضرورت آهي جن سان اُهي تمام نازڪ ڪم ڪري سگهن ٿا.

بيلچي نما هٿ جيڪڏهن ڦيڦا آهن، اها پڪي نشاني آهي ته اهڙو نريا ناري پنهنجي هلت چلت ۾ چنچل ۽ ڦرنڌڙ گهرنڌڙ هوندو. پر اهڙا فرد انجينئرنگ يا ڪنهن ٻئي فني ڪم ۾ نئي ايجاد پيدا ڪندا. خاص طرح اهڙي هٿ وارن عورتون پيرت چاري وغيره ڪم ۾ ماهر هونديون.



بيلچي نما هٿ

# نوڪدار هٿ:

هن قسم جي هٿ جي سڄاڻپ آڱرين ڪي ڏسڻ سان آساني سان ڪئي ويندي آهي. هٿ اندر طرف لاهي تي هوندو ۽ آڱريون نوڪدار هونديون. هن هٿ جي ليڪن جي خصوصيت اها آهي ته اهي لهرن وانگر ور وڪڙ واريون هونديون وڪيل، سڪيا ڏيڻ وارا يا آرٽسٽن جا هٿ هن قسم جا هوندا آهن. جيڪڏهن آڱرين ۾ ڳنڍيون هونديون ته اهي فرد وڏا فلاسفر يا ڪئين ڀيون نيون نيون شيون ايجاد ڪندڙ هوندا. اهڙي هٿ ورا سياءُ ۾ تيز ۽ سوچ ۾ تيز رکندڙ هوندا.



نوڪدار هٿ

اهڙي هٿن وارين عورتن ڪي جنسي خوشي ڪان پنهنجي ساراه وڏيڪ پسند ايندي آهي ۽ اڪثر اهي جوش ڀريل هونديون. مطلب ته اهڙا ماڻهو عملي، نئين شي ايجاد ڪندڙ هوندا نه ڪي پورالا يا خيالي وغيره. (ڏسو شڪل)

# روحاني هٿ

اهڙي هٿ جي ابياس ڪرڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو. اهڙو هٿ تمام سهڻو ۽ پيارو هوندو، هٿ جي شڪل بادام وانگر هوندي آهي ۽ ڇهڻ سان نرم لڳندو، آڱريون نوڪدار هونديون پر هٿيلي ٿوري ويڪري هوندي پر بنياد ۾ گولائي تي هوندي ۽ هٿ ۾ لچڪيداري هوندي. هن هٿ وارا ماڻهو آدرشي قسم جا هوندا. هن هٿ جون لڪيرون صاف پڙهڻ ۾ اينديون. دل ۽ دماغ جي ليڪن جي خاص اها خوبي آهي ته ٻنهي ليڪن جو لاڙو (جهاءُ) منڊي واري آڱر طرف هوندو جيڪا آرٽسٽ جي خوبي ڏيکاري ٿي. اهڙي هٿ وارا ماڻهو سوسائٽي ۾ تمام سوچي سمجهي (گهٽ ڳالهائڻ) وارا هوندا. انهن جو خاص طرح شوق روحاني ڳالهين ۾ هوندو اٿس. اهڙن هٿن کي عملي هٿ نه سمجهڻ گهرجي. خاص طرح اهڙن هٿن وارا ماڻهو ميڪ اپ ڪرائڻ وارا، سينگار جي شين جا واپاري، وارن جي اسٽائيل ناهڻ وارا وغيره وغيره هوندا ڇو جو اهڙن هٿن ۾ فني خوبي ملي ٿي. (ڏسو شڪل)


روحاني هٿ

## فلسفاڻو هٿ:

اهڙو هٿ انهن فردن جو هوندو جيڪي هر ڳالهہ تي ويچار ڪندا

رهندا آهن. اهڙن هٿن ۾ آڱريون وڏيڪ نوڪدار هئڻ ڪري پاڻ ۾ مليل ڪونہ هونديون آهن ۽ آڱرين جي لمبائي بہ ٺيڪ ٺاڪ هوندي آهي. آڱرين جي پورين ڳري وڏي هوندي. هن قسم جي هٿ وارا ماڻهو رلڻا ملڻا ۽ سخي هوندا آهن. اهڙا هٿ مضبوط بہ هوندا ۽ خاص طرح ليڪون صاف ظاهر ڏسڻ ۾ اينديون آهن. اهڙن هٿن ۾ دل ۽ دماغ جي ليڪ ٻن ڦانگن ۾ ملندي. هن قسم جي هٿن وارن ماڻهن کي سٺي مدبري حاصل هوندي، ۽ فيصلي ڪرڻ جي صلاحيت هوندي ۽ پبلڪ اڳيان پنهنجي خيالن جو خلاصو سٺي نموني ڪري سگهندا. اهڙي هٿن وارا ماڻهو سٺا پروفيسر، منسٽر، ملڪي مدبر يا سٺا سائنسدان هوندا. اهي پنهنجي صلاحيتن سان پبلڪ کي قانون موجب هلڻ تي قائم رکندا آهن.



فلسفاڻو هٿ

## مرکب هٿ:

اهڙي هٿ کي پرکڻ ڏاڍو ڏکيــو آهي. هن هٿ جو آڱريون ڳنڍدار هئڻ سبب پاڻ ۾ مليل نہ هونديون. اهڙو هٿ ڪجهہ مسطتيل شکل تي پر مليل جهليل هوندو. هيٺائون حصو گولائي تي پر آڱريون مرکب هونديون. پهرين آڱر نوڪدار ۽ پيون چورس نما، ڳنڍدار يا بيلچي نما هونديون آهن هن هٿ جا مالڪ جرنلسٽ، رپورٽر، استاد يا ڪجهہ پيا جهڙوڪ فني وغيره هوندا.



مرکب هٿ

# آڱريون

جئين باب پهرين ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته آڱريون هٿ جو خاص حصو آهن. آڱريون آڱوٺي سميت پنج هونديون آهن. هٿ ۾ جيڪي ڳريون آهن. هٿن جو هٿ ۾ خاص ڪم آهي. يعني انهي مان ماڻهو جي اخلاق وراثت لياقت پيشي بابت معلومات ملي ٿي. آڱوٺي جي پهرين ڳري مان من جي چاهت ۽ ٻي مان من جي منطق بابت ڄاڻ ملي ٿي.

پهرين آڱر ڏسڻي، ٻئي وچين، ٽئين منڊي واري ۽ چوٿين چيچ آهي. آڱرين کي پڙهڻ لاءِ آڱرين جي شڪل ماپ کي سمجهڻو آهي. ڇو جو آڱرين جي وسيلي ئي حياتي جو نقشو چٽيل ملي ٿو. ماڻهو جي اخلاق، من جي ڄاڻ لاءِ آڱرين جو صحيح اڀياس ضروري آهي. آڱرين جو اندازو هٿيلي جي ماپ ۽ قسم جي بنسبت ڪيو ويندو آهي ته ڇا اها ماپ ننڍي آهي يا وڏي. اهو عام آهي ته آڱر جو ننڍي ۽ ڳري هئڻ، هن فرد جو پوري حياتي جذباتي رهڻ بابت ٻڌائي ٿي. آڱوٺي مان همت ۽ اخلاق جي ڄاڻ پوي ٿي.

جيڪڏهن آڱرين جي پيچڙي چورس آهي ته پڪ سان ڄڻي سگهجي ٿو ته اهو فرد خود مختيار زندگي گذاريندو ۽ مليل جهليل پيچڙين مان مختلف قسمن جي گڻن جو اندازو لڳندو. آڱرين جي نوڪدار پيچڙيون هئڻ مان اها ڄاڻ پوي ٿي. ته اهڙو شخص قدرتي نظارن جهڙوڪ وڻ ٽڻ ٻوٽا وغيره جي پسندي رکندڙ هوندو.

پهرين آڱر کي ڏسڻي چئبو آهي. اهڙي آڱر ۾ ڪافي خوبيون سمايل آهن جئين ته اوچ خيال هئڻ، پڪو ارادو ۽ ڪجهه ڪجهه مدبري وغيره. ڏسڻي آڱر جو وڏو هئڻ ٻئي تي غالب پوڻ جو اشارو آهي. هن جي برعڪس جيڪڏهن ڏسڻي آڱر ٻين آڱرين جي ڀيٽ ۾ چوٿي آهي ته اهڙي ماڻهو تي ٻيا غالب هوندا.

ٻئي آڱر آهي وچين يا (زُحل) جي آڱر. هي آڱر مالي زندگي

ڪاميابي سان گذارڻ جو اشارو ڏئي ٿي پر وڏيڪ لمبائي ۾ زُحل جي آنگر جو هئڻ اڪيلائي پسند ۽ ڏاهپ هئڻ جي نشاني آهي. جيڪڏهن زُحل جي آنگر ننڍي آهي تہ هن جو اثر ابتڙ سمجهڻ گهرجي.

ٽئين آنگر کي منڊي واري يا سُوريہ جي آنگر چئبو آهي. اهڙو فرد فن جي ڪري پبلڪ ۾ پيارو هوندو جيڪڏهن هن جي لمبائي مناسب لمبائي کان گهٽ آهي تہ پوءِ اهڙي فرد کي حسن راڳ رنگ سان وڏيڪ محبت هوندي ۽ هن جي ابتڙ حالت ۾ کين ڪا شهرت نہ ملندڙ هوندي.

چوٿين ٻُڌ (عطارد) جي آنگر يا ننڍي آنگر اهڙي آنگر جي لمبائي مناسب آهي تہ هن شخص ۾ سٺي ڳالهائڻ توڙي لکڻ" جي خوبي هوندي. جيڪڏهن لمبائي مناسب کان وڏيڪ آهي تہ پوءِ ڏنڊي ۾ يا اهڙي ڪنهن ٻئي ڳالهہ ۾ جنهن جو تعلق دولت سان هوندو هن ۾ واڌارو ٿيندو رهندو ۽ نارمل کان گهٽ لمبائي وارو شخص ڪنهن سٺي راءِ کي بہ نہ سمجهندو يا هنر وغيره جي ڳالهين ٻڌڻ سان ڪا حاصلات بہ نہ ٿيندي هوندي.







# آنگرين جو سيٽ

ٻي آنگر ڪڏهن بہ لمبائي ۾ ڪنهن کان گهٽ نہ هوندي ۽ آنگرين جي ماپ پيٽڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

## الف - آنگرين جي جڙ هڪ لائين ۾

اهڙو ماڻهو هميشہ سٺو سوچيندو ۽ گهڻي عقل وارو هوندو مطلب تہ حياتي ۾ سٺا ڪم ڪندي پنهنجو وقت گذاريندو. (شڪل الف)

## ب - آنگر جي جڙ جو سڌي هڪ لائين ۾ نہ هئڻ.

اڪثر هٿن ۾ اهڙو نمونو ملندو. اهڙي فرد جي حياتي ۾ الجهنون ۽ گهڻيون هيٺ مٿايون هونديون. (شڪل ب)

## پهرين آنگر جي بيهڪ هيٺائين تي (سڌي ليڪ ڪان)

اهڙو شخص شرمندو هوندو. ڪڏهن بہ کُلي طرح ڳالهہ نہ ڪري سگهندو پر اندر ۾ ٻين ڪان پاڻ کي مٿي سمجهندو.

## ٽئين آنگر (منڍي واري) هيٺائين تي اهڙو ماڻهو پنهنجي

پيشي ۾ نا اميد محسوس ڪندو. اهڙي شخص کي پنهنجي پسندي جي خلاف ڌنڌو يا نوڪري ڪرڻي پوندي.

## چوٿين آنگر (چينج) هيٺائين تي تہ روزگار آساني سان نہ

ملندو ۽ اهڙي ماڻهو کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ سخت محنت ڪرڻي پوندي.



# آنگرين بابت ڪجهه وڌيڪ خلاصو

| آنگر | مناسب لمبائي | صفت | مناسب لمبائي کان مٿي | مناسب لمبائي کان گهٽ |
|---|---|---|---|---|
| گرو | هن جي لمبائي وچين آنگر جي پهرين ڳري جي اڌ تائين هجي | وڏو مرتبو حاصل ڪرڻ مالي فائدو. خود مختيار ۽ شادي ۾ خوشي جي حالات | پين تي حڪم هلائڻ جو خيال يا پين تي حاوي ٿيڻ ۽ سخت طبعيت وارو | پين جي ڪنٽرول هيٺ يا نوڪر تي ڪم ڪندڙ |
| زحل | ٿورو گهٽ يا وڌ پر سوريه جي آنگر جي برابر هجي | ڏنتو ڪاروبار ۽ رڪاوٽون | اداسي. غمگيني ۽ بيماري ڏيڪاريندڙ | ڪوبہ صحيح فيصلو نہ ڪري سگهندو ۽ نہ ڪو ڪم طريقي سان ڪندڙ هوندو |
| سوريہ | وچين آنگر جي پهرين ڳري جي اڌ برابر | ادب ڪاميابي ۽ شهرت | هنري خوبيون محبت ۽ سونهن بابت | فن ۽ حسن بابت گهٽ شوق رکندڙ |
| عطارد | گهٽ ۾ گهٽ منڍي جي آنگر جي پهرين ڳري جي شروعات جي برابر | صحت بابت. واپار ادب ڳالهائڻ ۾ ڦڙتائي | ڪنهن ڳالهہ کي واضح ڪرڻ جي هوشياري. لڪڻ ڏنڌي ۾ مهارت | عملي ڪم ڪرڻ ۾ گهٽتائي |

## باب چوٿون

# آڱوٺو

آڱوٺو هٿ جو خاص عضوو آهي. هن مان محبت، منطق، ڪم ڪرڻ جي دلي چاهنا، همٿ بابت ڄاڻ ملي ٿي. هن کي ٻه ڳريون هونديون آهن. پهرين ڳري جنهن ۾ ننهن جو حصو به آهي، اهو همٿ، خواهش ڏيکاري ٿو ۽ ٻئي ڳري منطق (نياءُ ودِيا) بابت خبر ڏيندڙ آهي. جيڪڏهن آڱوٺو لمبائي تي آهي ۽ صحيح پاڳن ۾ وراهيل آهي يعني ٻئي ڳريون برابر آهن ته اها منجهس مٿين خوبين هئڻ جي نشاني آهي. تمام ننڍو آڱوٺو بي رحمي، وحشيانه طبعيت ڏيکاري ٿو. نوڪدار آڱوٺي واري جا خيال ڦرندڙ گهرندڙ هوندا پر چورس آڱوٺي مان خود مطلبي ۽ ضدي طبعي جو پتو پوي ٿو. بي ڊولو ٿلهو بدشڪل آڱوٺو اهو ڏيکاري ٿو ته اهو فرد ڪاٽ هڻڻ ۽ خونن ۾ ملوث هوندو ۽ اهڙن فردن کي جلدي ڪاوڙ اچي ويندي آهي. انهي ڪري اهي ڪاوڙ ۾ ڪونه ڪو ڏوهه ڪري ويندا آهن.

### هيٺون ٽيبل آڱوٺي جي خوبين باب خلاصو ڪري ٿو

| جيڪڏهن آڱوٺو آهي | فرد جي خوبي هئڻ ڪهڙي |
|---|---|
| ١- لچڪيدار، مرندڙ | مدبري ۽ پختي ارادي سان ڪم ڪرڻ ۾ چترائي |
| ٢- پيڙهي نوڪدار | قابل حس طبيعت ۽ اندروني بوجهه |
| ٣- پيڙهي گولائي | سٺو فيصلو ڏيڻ وارو |
| ٤- پيڙهي چورس | هٺيلي طبيعت، ميل جهول گهٽ |
| ٥- بد شڪل، بي ڊول | بي رحمي، ظالمانه |
| ٦- ڳنڍين وارو | ڪم ڪرڻ ۾ تمام آهستگي |

| | |
|---|---|
| ٧- ٻئي ڳريون تمام ننڍيون | تمام جذباتي ۽ چڙ وارو |
| ٨- هٿ کي ڍرو ڇڏڻ سان هٿيلي کي ويجهو ٿئي | سڄڻ پائي گهٽ |
| ٩- سئون سڌو يا تمام ٿلهو | حاضر دماغ پر ڦڙتائي گهٽ |
| ١٠- هٿيلي جي طرف مڙيل | ڳجهي خيالن وارو |
| ١١- ٻي ڳري ڏيگهه ۾ وڏيڪ | فيصلي ڪرڻ جي سگهه |
| ١٢- مٿان کان هيٺ طرف وڌيڪ سوڙهو | اندروني ٻوجهه رکندڙ |
| ١٣- ننڍو | جذباتي |
| ١٤- هٿيلي کان ٻاهرين طرف جهڪيل | سخاوت ڏيکاري ٿو |



باب پنجون

# آنگرين جو هڪ ٻئي سان لاڳاپو

آنگرين کي سمجهڻ تمام مزيدار آهي. هر هڪ هٿ ۾ اسان ڏسون ٿا ته ڪانه ڪا آنگر ٻئي آنگر ڏانهن جهڪيل هوندي اٿس.

ڏسٽي آنگر جو زُحل ۽ زُحل جي آنگر جو سُوريه جي آنگر طرف جهڪڻ زندگي ۾ محنت ڪرڻ ڏانهن اشارو آهي.

جي سُوريه جي آنگر عطارد جي آنگر طرف (منڊي واري آنگر جو چينج طرف) جهڪيل هجي ته اهڙو فرد فن ۾ شوق رکندڙ ۽ سٺو ڪامياب هوندو پر جيڪڏهن سڀئي آنگريون زُحل جي آنگر طرف مڙڻ ته اها غمگيني جي نشاني آهي.




سڀئي آنگريون زحل جي آنگر طرف مڙڻ

ڏسٽي زحل جي آنگر جو سوريه جي آنگر طرف مڙڻ

# هٿ جي بناوت

هٿ جي بناوت جاچڻ تمام ضروري آهي جئين تہ هٿ نرم آهي يا ڪمزور آهي وغيره.

هٿ ۾ گرمائش مان جسماني طاقت جو اندازو لڳائي سگهبو آهي. جيڪڏهن هٿ ۾ ٿڌاڻ محسوس ڪجي تہ اهڙو شخص جذبي ڪان خالي هوندو پر جيڪڏهن هٿ ۾ گرمي آهي تہ پوءِ جذبي سان گڏ مزاج ۾ چڙ بہ هوندي. هٿ نرم ۽ ڦيڦو آهي تہ اهڙي شخص جو سوسائٽي ۾ اٿڻ ويهڻ گهٽ هوندو ۽ جيڪڏهن هٿ سخت ۽ ڳرو آهي تہ اهڙي شخص جو اخلاق نيڪ ٺاڪ هوندو.



هٿ ۾ لڪيرن نما گهنج جون مختلف نشانيون

## باب ڇهون

# هٿيليءَ ۾ لڪيرن نما گهنج

اهي گهنج هٿيلي جي اندر طرف چمڙي ۾ هوندا آهن ۽ لهردار لڪيرن جيان هوندا آهن. ان جي خصوصيت اها آهي ته هٿيلي جي آر پار جدا جدا طريقي جون ليڪون گذرنديون ڏينديون آهن. جئين ته آڱوٺي جو نقش سندن صحيح جي نشاني آهي. اهي تمام ۾ تمام ننڍيون ليڪون انسان جي خيالن مطابق پيدا ٿيون ٿين. جئين سمنڊ ۾ اسان لهرون ڏسون ٿا ائين اهي ليڪون هٿيلي ۾ هونديون آهن. اهي ليڪون خيالن ۾ گهرائي ۽ سندن لاڙو ڏيکارين ٿيون. اهي ليڪون ڪنهن وقت ڏنگيون سڌيون هيٺ مٿي ڏسڻ ۾ اينديون آهن. انهن جي بيهڪ جوڙ جڪ جو دارومدار هن فرد جي هلت چلت تي آهي. سڻن پريل اڀارن تي چٽا صاف گرداب ڏسڻ ۾ ايندا آهن. انهن جو نهڻ ننڍين ننڍين ليڪن سان ٿئي ٿو جيڪي هڪ نقطي جي چوڌاري ۽ ساڄي رخ ۾ هونديون، پر اهڙي قسم جو ليڪون تمام عارضي هونديون ۽ جلدي جلدي بدلجن پيون. سوسائٽي ۾ ليڊر بنجڻ جي چاهنا به مختلف خيالن کي جنم ڏيندي آهي جنهن جي ڪري شڪر گره (زهره) ۾ وار وانگر ليڪون پيدا ٿي گرو جي اڀار طرف وڃن ٿيون. گرو جو اڀار فقط اها ئي جاءِ آهي، جتي انساني سنيون خوبيون پنهنجي رهائش رکن ٿيون. چنڊ جي گهر ۾ ٽنل پڳل گهنج نما ليڪون پڌائڻ ٿيون ته اهڙو فرد نشي دار دوائن واپرائڻ سان حياتي ۾ خوشي محسوس ٿو ڪري. ٻاهرين ملڪن ڏانهن سفر جو اندازو اهڙين تمام گهنج نما ليڪن مان ٿئي ٿو جيڪي زهره کان هيٺائين چنڊ جي اڀار طرف وڃن ٿيون.خاص حقيقت اها آهي ته اهڙيون تمام سنهيون ليڪون مختلف هٿن ۾ مختلف نموني جون هونديون آهن پوءِ ڪٿي اها ڪاميابي آڻن يا نه به. هٿ شناسي وارن ڪافي جاکوڙ ڪان پوءِ به اهڙين ليڪن بابت ڪاميابي حاصل نه ڪئي. تنهنڪري اهڙن ليڪن جو مطالع ڪرڻ بلڪل ڇڏي ڏنو جيتوڻيڪ اهي ليڪون ماڻهن جي خوبين بابت ڪافي پڌائڻ ٿيون. (ڏسو شڪل)

# هٿ جو رنگ

هٿ جون ليڪون جاچڻ وقت هٿ جو رنگ ڏسڻ گهرجي. رنگ مان هن فرد جي ڏاهپ اخلاق ۽ ڪڏهن ڪڏهن اندروني عضون جي ڪم ڪرڻ بابت به ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي.

اهو عام آهي ته وچولو رنگ انسان جي صحت ۽ طاقت ڏيکاري ٿو جڏهن ته ڦڪو يا پيلو رنگ ڪمزوري جي نشاني آهي. هٿيلي جو مڪمل ڳاڙهو يا گلابي رنگ ہڌائي ٿو ته اهڙو فرد جذباتي هوندو ۽ يڪدم چڙ ڪائيندڙ هوندو. جهگڙالو مزاج رکندڙ ماڻهو جو هٿ رت سان ڀريل هوندو. اهڙن ماڻهن ۾ اڪثر (Blood Pressure) رت جي داٻ واري بيماري هوندي يا اهي خون جي دوري بابت ڪا ٻئي بيماري ۾ مبتلا هوندا. جڏهن به هٿ ۽ آنگرين جا ننهن نيلاڻ تي ملن ته اها پڪ طرح قوت جي ڪمزوري آهي پر وانگسائي رنگ هن فرد جي جسماني ۽ دماغي طاقت ڏينهن به ڏينهن گهٽ ٿيندڙ ٻڌائي ٿو. تمام ٿورا ماڻهو جنهن جي هٿن جو رنگ بلڪل ساڳئي طرح جئين ماکي جو رنگ ۽ ، اهڙا ماڻهو اُتساهه وارا ۽ چالاڪ ملندا. پر عام رواجي هٿ جو اهو رنگ سائي جي بيماري يا هاضمي جي خرابي جي نشاني آهي.

هٿ پوري رنگ جو هٿڻ تمام سياويڪ آهي. اهو هن فرد ۾ خاص خوبي بابت ٻڌائي ٿو جنهن جي بنا تي هو هر هنڌ خودمختيار هوندو ۽ اتي هن شعبي جو مالڪ بڻيل هوندو. ڪارو رنگ اڪثر خون جي گهٽتائي بابت ڄاڻ ڏئي ٿو. جيڪا ماڻهو ۾ Low Blood Pres-sure خون جي گهٽ داٻ آئي هن کي ڪمزور ڪيو ڇڏي. اڳين بابن ۾ ليڪن جي رنگ بابت وڌيڪ ڄاڻايو ويندو.

# ننهن جا رنگ

(١) سفيد = تڏي طبعيت پر خود غرض ۽ ايماني بابت اشارو

(٢) ڦڪو گلابي = گرم طبعيت ۽ ٻاهر گهمڻ جو شوق ڏيکاريندڙ

(٣) ڳاڙهو = جهڳڙالو طبعيت جو هئڻ

(۴) نيلو = خراب صحت بابت اشارو

# ننهن جون شڪليون

A: ننڍا ننهن = جسماني طاقتور، پيچ پيچيو، اندروني ٻوجهہ وارو

B: ننڍا ننهن پر لمبائي کان ويڪر گهڻي = چڙالو ۽ نقطہ چيني ڪندڙ

C: ويڪرا لمبا ننهن ۽ چوٽي گولائي تي = صاف سٽري راءِ ڏيڻ وارو

D: ڊگها بادامي شڪل وارا ننهن = گهٽ ڳالهائڻ وارو آرام پسند ۽ خوابن جي دنيا ۾ رهندڙ

E: تمام وڏا ۽ چورس ننهن = تڏو ۽ خود مطلبي

F: چپر: چيٽي نما شڪل = تمام حساس طبعيت




ننهن جون مختلف شڪليون

باب ائون

# عمر جو عرصو ڏاهڪن ۾

جيتوڻيڪ پرائو دست شناسي جو علم اهو ٻڌائي ٿو تہ ماڻهو جي عمر جو عرصو، ڪيترن ئي نمونن سان عمر جي ليڪ سان پڙهي سگهجي ٿو پر سنو طريقو اهو آهي تہ زُحل ۽ گرو جي آڱر جي وچ ۾ هڪ عمودي ليڪ ڪڍو جيڪا هيٺ وڃي عمر جي ليڪ کي ڪٽي.

عام قائدي مطابق عمر جي ليڪ جي شروعات مُشتري (گرو) جي آڱر جي ٺيڪ پاسي جي هيٺ کان ٿيندي، وڃي هيٺ هٿيلي جي ڪڙي تائين حد ڪري ٿي ۽ ڪنهن ڪنهن تائيم هٿ جي ڪنگڻ تائين ڇيد ٿيندڙ ڏني وئي آهي. عمر جي حد جو ڪاٽو ٩٠ سال لڳايو ويو آهي.

پرڪي امڙا بہ ماڻهو آهن جن انهي ڪاٽي واري عرصي يا هن کان وڌيڪ بہ عمر گذاري، اهو ڪو دستوري نہ سمجهڻ گهرجي ڇو جو ٩٠ سال کان پوءِ تہ حياتي بيڪار ٿيو وڃي ٿي.

گهڻن دست شناسن جي خيال ۾ زهره جي آڱر جو وچ (آنگوٺي جي سامهون) عمر جي اڌ جي برابر آهي جيڪا اٽڪل ٤٥ سال ٿيندي.

چڱو جيڪر اهو طريقو ونون تہ عمودي ليڪ عمر جي ليڪ کي جنهن ٽپڪي تي ڪٽي ٿي اهو ٢٠ سال عمر جو عرصو سمجهجي. انهي نموني اِن جو اڌ جيڪو شروعات کان هن مقرر نقطي ڏهن سالن جي ماپي ۾ اچي ٿو، اهو ئي ماپو ٻين ليڪن کي ماپڻ لاءِ وٺي سگهجي ٿو.

دست شناسن جي ناهيل قائدي مطابق اهو صاف آهي تہ عمر، نصيب ۽ دل جي ليڪ انسان کي سمجهڻ ۾ اهم آهن. هاڻ اهو فيصلو ڪيو ويو آهي تہ اهو نقطو جنهن تي نصيب واري ليڪ دماغ جي ليڪ کي ڪٽي تہ اها ٣٥ سال عمر جو عرصو ٿيندو جيڪا حياتي ۾ ڪئين ردوبدل ڏيکاري ٿو.

جيڪا جاءِ دل ۽ دماغ جي ليڪن جي وچ ۾ آهي اها مزيد ٢٥ سالن جي عرصي لاءِ سمجهڻ گهرجي. دل جي ليڪ ۽ زُحل جي آنگر

جي وچ ۾ حصي کي ٣٠ سال جو عرصو ڳڻن گھرجي. پر عمر جي عرصي جو حساب ڪتاب هٿ جي ماپ ۽ شڪل سان ڪرڻ گھرجي.

(ڏسو شڪل)




عمر جو عرصو ڏها ڪن ۾



عمر جي ليڪ حصن ۾ ورهايل

## باب نائون

# آنگرين جا ننهن

ميڊيڪل سائنس به ان ڳالهه کي ترجيح ڏني آهي ته ماڻهو جا ننهن مريض جي بيماري جو اندازو لڳائڻ لاءِ مددگار ٿين ٿا ۽ گهڻا نوان ڊاڪٽر اهو نمونو استعمال ڪندا آهن. هٿ جاچڻ سان گڏوگڏ ننهن ضرور جاچڻ گهرجن ڇو جو هٿ جي قسم سان گڏوگڏ هن فرد جي شخصيت، اخلاق سمجهڻ لاءِ هي ضروري آهن. عام سمجهه مطابق آنگرين جي شڪل لاءِ ننهن کي ڏسبو آهي ڇا ننهن چورس، نوڪدار، بيلچي نمايا مخروطي آهن؟ آب هوا جي ڪري به ننهن جي رنگ ۽ حالت ۾ به بدل سدل ڏني وئي آهي. آنگرين جا ننهن ٻين خوبين سان هن فرد جي اخلاق بابت سچو پچو ٻڌائن ٿا. ڪي ماڻهو ڏندن سان شوق ۾ ننهن ڪرٽيندا آهن. هن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته انهي فرد ۾ دماغي قوت گهٽجي رهي آهي ۽ اهي پنهنجي ڪلهن تي ڪا ذميواري نه کڻي سگهندا. انهن کي ڪٿي ڪم ڪرڻ جي طاقت هجي به سهي پر اهي ڪم ڪرڻ ۾ ناڪامياب ويندا.

ننهن کي پنجن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. اهي آهن وڏا، ننڍا، ويڪرا، سوڙها ۽ گول. مٿي اڳي به ڏيکاري چڪا آهيون ته ننهن ماڻهو جي صحت ۽ نزاڪت ڄاڻن لاءِ مددگار آهن. ننهن جي تَري ۾ اڇي چنڊ جو اڌ گول هوندو آهي. اهو اڌ چنڊ سڏيو ويندو آهي ۽ اها صحت جي سٺي نشاني آهي. پر ان چنڊ جو نه هئڻ، خاص طرح ننڍن ننهن ۾، شريانن کي خون جو گهٽ پهچڻ ۽ ڪمزور دل بابت ڄاڻ ڏئي ٿو. جيڪڏهن ننهن ڪوڪلا بانسري نما آهن ته اها ڪمزور صحت جي نشاني آهي. پر وڏو ننهن سٺي صحت جو هئڻ ٻڌائي ٿو. سوڙها ننهن وارو هن ڪان به مٿي يعني انهن ننهن جي ٻين سٺين خاصيتن کان علاوه ڪامياب زندگي گذاري ٿو. اهڙا فرد هر ڪم سٺي نموني ڪري سگهن ٿا. گول ننهن اڪثر روحاني يا مخروطي هٿن کي هوندا آهن. اهي

بنسبت مردن جي عورتن جي هٿن ڪي هوندا آهن. اهڙي فرد ۾ ته جهڳڙو هوندو ٿي نه آهي پر اهي پنهنجي خوبين جي ڪري هر هنڌ خودمختيار هوندا آهن. ويڪري ننهن وارا فرد سڌي سوچ رکندڙ ۽ پاڻ تي پورو ڀروسو رکندڙ ملندا. مناسب حالت ڪان جيڪي ننهن ننڍا هوندا ته اهي ننڍين ننهن جي قسم ۾ اچن ٿا. اهڙن ننهن وارا فرد بحث ڪندڙ ملندا. ڏاڍيان تقرير ڪرڻ ان جي نشاني آهي. (ڏسو شڪل)



## هٿان نقطا ڪجهه وڌيڪ ننهن بابت ڄاڻ ڏيند

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ١- جيڪڏهن ننهن سوڙهو آهي ۽ گڏوگڏ دل، دماغ ۽ عمر جون لڪيرون سنيون آهن. | اها هن فرد ۾ وچولي نموني جي ڦڙتائي ڏيکاري ٿو. |
| ٢- ننهن گول شڪل ۾ آهن. | حياتي طريقي سان گذاريندڙ ۽ خوش طبع رهندو هوندو. |
| ٣- ننهن چورس شڪل ۾ آهن. | دلي طاقت هوندي ۽ نياءُ سٺي نموني ڪندڙ هوندو. |
| ٤- شڪل ۾ ننهن ويڪرا آهن. | حياتي ۾ عملي ڪم ڪندڙ ۽ منجهس خود اعتمادي هوندي. |
| ٥- ننهن تمام ننڍا آهن. | بحث ڪندڙ هوندو. |
| ٦- ننهن وڏا ۽ بانسري نما ڪوڪلا آهن. | اها نازڪ صحت ۽ ڇاتي جي ڪنهن بيماري ۾ مبتلا هئڻ جي نشاني آهي. |
| ٧- ننهن تمام ڊگها ۽ هيٺ ڪان مٿي لسا آهن يا بغير اڌ چنڊ جي هجن. | دل جو صحيح نه ڪم ڪرڻ، ساهه کڻڻ جو سسٽم به صحيح نه هوندو. |
| ٨- ننهن تمام ڳاڙها. | رت جو وڌيڪ داٻ High Blood Presher ڏيکاري ٿو يا خون جي دوري ۾ ڪا خرابي. |
| ٩- ننهن اڇي رنگ تي ۽ مٿي اڇايا ڪارا نقطا هجن. | خون جي دوري ۾ ڪمي يا ضرورت کان گهٽ هجي. |
| ١٠-ننهن جو رنگ پيلاڻ تي آهي. | سائي جو هجڻ يا بخار رهي. |
| ١١- اڌ چنڊ جو بلڪل نه هئڻ. | دماغي توازن ۾ خلل. |
| ١٢- اڌ چنڊ جو پڪي طرح | ڦڙتائي ۽ سخاوت جي نشاني |
| ١٣- ننهن جلدي ڀُرندڙ ٽٽندڙ | گهٽيل جذبو. |

# هٿ جون لڪيرون

مون اڳ ۾ هٿ ۾ جيڪي ظاهر ليڪون آهن ان جا نالا باب پهرين ۾ ڏنا آهن. جڏهن اسان هٿ ڏسڻ شروع ڪيون ٿا ته پهرين هٿ جي شڪل ڏسجي. ٻيو ڏاڪو آهي، جلد ماڻهو ڪي پرکڻ لاءِ، هٿ جي لچڪيداري ڏسڻ جو.

هٿ ۾ آڱرين جي طاقت، آڱرين جو لاڙو، هٿ جو رنگ ۽ ٻنهي هٿن ۾ ليڪون سڀني هٿ جي پرک لاءِ ڏسڻ لازمي آهن.

جيڪڏهن ساڄو هٿ سڀ ڪارگر آهي ته پوءِ اهو ثابت ٿو ڪري ته ڪابي هٿ ۾ خوبيون وراثت ۾ مليل آهن. انهي نموني ڪابو هٿ هر فرد جي اڪثر حياتي جو داستان ٻڌائي ٿو. بيماري، حادثا وغيره حياتي ۾ پيش اچن ٿا اهي ڪابي هٿ ۾ واضح ڪيل هوندا آهن. ليڪون پڙهي ۽ آخري نتيجي تي پهچڻ کان اڳ ليڪن جو رنگ ۽ خاميون نوٽ ڪرڻ تمام لازمي آهي.

هر هڪ هٿ ۾ پنهنجي الڳ الڳ خصوصيت آهي مڪيه ليڪون جيڪي هٿ ۾ آهن اهي هن طرح آهن.

١- عمر جي ليڪ = صحت، حياتي جو عرصو ۽ (طاقت) پراڻ شڪتي ڏيکاري ٿي.

٢- دماغ جي ليڪ = ٻڌائي ٿي ته فرد جا خيال ڪهڙي قسم جا آهن ۽ سندن دماغ جي قابليت بابت خبر ڏئي ٿي.

٣- دل جي ليڪ = فرد ڪهڙي قسم جو جذبو رکندڙ آهي ۽ حياتي جي معاملي چاڻ ڏئي ٿي.

آزمودي مان اهڙا به ماڻهو ڏٺا ويا جن جي هٿ ۾ فقط ٻه مڪيه ليڪون آهن. اهي آهن دماغ ۽ عمر جون ليڪون جئين ته دل جي ليڪ بلڪل غائب هجي ته ان صورت ۾ دماغ جي ليڪ دل جي ليڪ جي عيوض ڪم ڪندڙ هوندي. اهڙا فرد خاص طرح اڏاوت جو يا ٻوٽا

وغيره لڳائڻ جو ڪم ڪندا هوندا.

ٻيون هٿ ۾ خاص ليڪون هيٺين طرح هونديون آهن پوءِ جيڪر موجوده حالت ۾ آهن يا نه.

١- صحت جي ليڪ = فرد جي جسماني طاقت ۽ مالي فائدن بابت ڄاڻ ڏئي ٿي.

٢- نصيب جي ليڪ = حياتي ۾ ڪاميابي ۽ ڀاڳ بابت ٻڌائي ٿي.

٣- شهرت جي ليڪ = پبلڪ ۾ مقبوليت بابت اشارو ڏئي ٿي.

٤- شادي ۽ ٻارن جون ليڪون = حياتي ۾ زندگي جي ساٿي بابت ۽ ٻارن بابت پوري خبر ڏين ٿيون.

هيٺ لکيل ليڪون هٿ ۾ ننڍيون ننڍيون به هونديون آهن. پوءِ اهي موجوده حالت ۾ هجن يا نه. اهو ضروري نه آهي ته سڀ ليڪون هٿ ۾ هئڻ گهرجن پر انهن مان تمام ٿوريون خاص هي آهن.

(١) دولت جي ليڪ
(٢) سفر جي ليڪ
(٣) زندگي ۾ رڪاوٽن جي ليڪ
(٤) اندروني ٻوجهه واري ليڪ
(٥) ڪتنب جي ليڪ
(٦) مائٽن سان محبت جي ليڪ
(٧) منگل جون ليڪون (حياتي جي ليڪ جون مددگار ليڪون)
(٨) زُحل جي ليڪ
(٩) سالومن جو ڇلو
(١٠) زهره جو دائرو
(١١) هٿ جا ڪنگڻ
(١٢) فڪرات ڏيکاريندڙ ليڪون
(١٣) پيشي بابت ڄاڻ ڏيندڙ ليڪون

دولت جو ليڪون ۽ ڪنگڻ ٻئي نصيب ۽ مالي فائدي بابت سٺيون ليڪون آهن. جڏهن اسان کي هٿن ۽ ليڪن جي رنگ بابت سٺي ڄاڻ ٿي ويئي آهي ته هاڻ ايندڙ بابن ۾ هر هڪ ليڪ کي الڳ سان جاچٽو آهي.

## باب يارهون

# عمر جي ليڪ

سيني ليڪن ۾ خاص ۾ خاص ليڪ عمر جي آهي. اها هٿ جي ساڄي پاسي هوندي آهي ۽ هي ڏسٽي آنگر ۽ آنگوٺي جي وچ مان شروع ٿي هيٺ وڃي هٿيلي جي جڙ ۾ وچ واري جاءِ تي حد ڪري ٿي. ڪن ڪن هٿن ۾ آنگوٺي جي جڙ ۾ گولائي ۾ گهمي وڃي ٿي. عمر جي ليڪ هن فرد جي حياتي جي مڪيه واقعن بابت صحيح خبر ۽ حياتي جو پورو داستان ٻڌائي ٿي۽ هُن فرد جي قابليت، جنم پومي لاءِ چاهت سان گڏوگڏ بيماري، ڦڙتائي ۽ حياتي جي عرصي جي خبر هن ليڪ مان پوي ٿي. اڪثر هن ليڪ کي بلڪل صاف ڏسندا يا وري تمام گهري حالت ۾. اها ليڪ لهردار، زنجير نما، هنڌن هنڌن تي ٽٽل يا نه هئڻ جهڙي حالت ۾ به ڏٺي وئي آهي. جيڪڏهن ٿلهي يا ٿلهي آهي ته هن فرد جي دلي مضبوطي ۽ اهميت بابت پڪ ملي ٿي.

ليڪ ڊگهي يا ننڍي ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن ننڍي آهي ته ائين هرگز نه سمجهڻ گهرجي ته اهڙي فرد جو حياتي جو عرصو گهٽ آهي پر هن فرد کي وهنوار ۾ ڪئين خامين کي نباهڻو پوندو. مطالعي دوران منهنجي نظر مان هڪ اهڙو فرد به گذريو جنهن جي هٿ ۾ عمر جي ليڪ يا ان جهڙي ڪا به صاف ليڪ نه هئي عمر جي ليڪ جو صرف سنهو نشان هو. اهو هٿ هڪ وڏي مک واپاري جو هو جنهن جي حياتي رڳو نسن جي پل تي گذري رهي هئي. ان حالت ۾ دست شناس کي چهري شناسي جو وسيلو وٺڻو پوندو.

هن ليڪ جي مزيدار حالت اها آهي ته جئين عرصو گذرندو ويندو، آب و هوا جي اثر ڪري هن تي چٽا ٽپندا نظر ايندا. حياتي جو سگهه يا طاقت سان واسطو رهڻو ئي آهي، تنهن لاءِ سڀ کان اول هن ليڪ کي ٽن حصن ۾ ورهائڻو آهي. هڪ حصو شروعات کان ٻاراٽي عمر تائين مقرر ڪيل، ٻيو حصو جواني جو ۽ ٽيون ٻڍاپي لاءِ. جيڪڏهن عمر جي ليڪ گهٽي ڊگهي ۽ بغير ڪنهن خامي جي آهي ته ٻوءِ هن فرد

جي اندازن عمر ۹۰ سال تائين به ٿي سگهي ٿي.

دست شناسي مطابق ڪا به اهڙي ثابتي نه آهي ته پوڙهائپ جي عمر وارو عرصو ڪو بيڪار هوندو آهي. جئين هتي مون ڄاڻايو آهي ان جي معني اها نه آهي ته ڊگهي عمر جي ليڪ حياتي جو ڊگهو عرصو ڏيکاري ٿي ۽ ننڍي ليڪ جي ڪو جلدي موت اچيندي. ڇو جو عمر جو گهٽ وڌايون سڀ قدرت واري جي هٿ ۾ آهن.

ليڪ جو شروعاتي حصو پڪ سان ٻچپن لاءِ آهي. ۽ هن عرصي ۾ جيڪي خاميون نظر اينديون اهي سڀ ٻاراڻي بيماري لاءِ هونديون آهن. جيڪي به خراب ڳالهيون هونديون اهي ڪهجي حالت ۾ نه هونديون ۽ تنهنڪري آساني سان سمجهي سگهجن ٿيون پر دست شناس کي اهڙن واقعن بابت پيشنگوئي ڪرڻ کان گريز ڪرڻ گهرجي ڇا ڪاڻ ته اها هڪ سائنس آهي نه ڪي غيب جو علم. ڪو به دست شناس پنهنجي اڳڪتي سو فيصد نٿو ڪري سگهي تنهنڪري خراب ڳالهين جي پيشنگوئي کان پاسو ڪجي. شايد، اها حقيقت هوندي ته گهڻا ماڻهو پنهنجي بابت سڀ ڪجهه حاصل ڪرڻ جا خواهشمند هوندا پر دست شناس لاءِ اهو بهتر ٿيندو سيني اڳ ڪٿين تي پڙدو ڪري خاص طرح گذريل ۽ حاضر وقت جي ناخوشگوار ڳالهين تي.

حياتي جي ليڪ مان ڪا شاخ نڪري ڪنهن به اُپار ڏانهن وڃي ته اهو اُپار پتو ڪم ڪندو.

**هيٺون خاڪو ليڪ جي خوبي ۽ اهميت بابت ڄاڻ ڏئي ٿو**

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن ليڪ ٿلهي پتلي نه آهي. گلابي رنگ جي، ڏيکڻ ويڪر ۾ صحيح ۽ چڱي گهرائي ۾ ڏسڻ ۾ اچي. (شڪل نمبر١) | هن جي معني اها آهي ته هن فرد کي سٺي سگهه، سٺي صحت ۽ منجهس ڦڙتائي هوندي. |
| ٢- ليڪ ڊگهي، سراسري ۾ هڪ جهڙي، ٻر سنهي. | نه گهٽي سگهه ۽ نه ئي گهٽي منجهس ڦڙتائي هوندي. |

٣- تمام گهٽي ڏکهي ۽ ويکري.

تمام سٺي تندرستي، سٺي سگهه هوندي پر حاصلات گهٽ.

٤- آڱوٺي جي چوڏاري گهمندڙ ۽ گلابي رنگ جي هجي.

اُتساهه رکندڙ ۽ ڦڙت.

٥- آڱوٺي جي جڙ کي ليک تمام ويجهي هجي ۽ هٿ جو کهڙوبه رنگ هجي. (شڪل نمبر٢)

جنم ڀومي جي چاهت ۽ گهٽ اُتساهه وارو.

٦- ليک ننڍي، ايتري گهرائپ ۾ نه ۽ آڱوٺو لچڪيدار.

پڙمتيو ماڻهو جيڪو ٻئي جي صلاح تي هلندو.

٧- ليک سڌي آهي پر آڱوٺي کي ڇهندڙ حال ۾.

محدود زندگي گذاريندڙ يعني حياتي ۾ پيار محبت اُتساهه گهٽ پر اخلاق کي وڏيک اهميت ڏيندو.

٨- پر جيڪڏهن ليک گهري آهي، ويکري ۽ آڱوٺي کان پريري آهي.

اُتساهه وارو پر ڪروڌي.

٩- دماغ جي ليک شروع ۾ هن ليک سان مليل. (شڪل نمبر٣)

تمام ڏاهو، دور انديش ۽ سنڀالي ڪم ڪندڙ.

١٠- شروع ۾ هن ليک جو دل ۽ دماغ جي ليک سان مليل.

سٺا خيال رکندڙ، ظابتي وارو پنهنجي ڦڙتائي سان ڪم ۾ سٺي ڪاميابي آڻيندڙ، آخر ۾ بنا ڪنهن بيماري جي اوچتو چولو ڇڏيندو. قدرت وارو جاني

١١- ڪا ٻئي ليک هن کي ڪٽي. (شڪل ٤)

اوچتي حادثي ڏانهن اشارو آهي.

١٢- هن ليک تي ڪو ستارو نظر اچي. (شڪل نمبر٥)

صحت جي خرابي رهي ۽ هن جي ڪري اسپتال ۾ به داخل رهڻو

| | |
|---|---|
| | پوي ۽ عمر جي عرصي پوري ٿيڻ جا بہ امڪان آهي. (قدرت وارو چاٺي) |
| ١٣- هن ليڪ تي مختلف هنڌ تي پيٽ نما شڪل جا دائرا ملن. (شڪل نمبر٦) | تمام خراب حالت جي ڪري اسپتال ۾ ڪافي عرصو گذارڻو پوي. تاثير جو اندازو دائري جي ننڍ وڏائي مان ڪيو وڃي. |
| ١٤- ليڪ تي چورس نما شڪل ملي. (شڪل نمبر٧ ب) | ڪنهن خطري ڪان بچڻ جي نشاني، ڪنهن حادثي ۾ ائيڻ بچڻ ٿئي جيئن ڪو معجزو. |
| ١٥- ليڪ مختلف هنڌن تي ٽٽل ڀڳل هجي. (شڪل نمبر٨) | اوچتو حادثو يا خطرناڪ بيماري جيڪا موت جي ويجهو آڻي. ڪنهن ڪنهن وقت ڪرت ۾ رڏوبدل بابت بہ چاڻ ڏئي ٿي. |
| ١٦- ٻين سيني گهرين ليڪن کي ڪٽي. (شڪل نمبر٩) | وڏي آپريشن جي ڪري اسپتال داخل هجي. اِهو عمر جو اُهو عرصو ٿيندو جنهن هنڌ گهرين ليڪن کي هي ليڪ ڪٽي. |
| ١٧- عمر جي ليڪ دل دماغ جي ليڪن ڪان شروع ۾ الڳ هجي. (شڪل نمبر١٠) | آزاد خيال، بحث مباحثو ڪندڙ، ڪم ۾ اڳواٽي رکندڙ ۽ سنو واپاري هوندو. |
| ١٨- عمر جي ليڪ ڪان ننڍيون لڪيرون مٿاهين طرف ويندڙ. (شڪل ١١) | ٻيا ماڻهو هن کي چاهيندا هوندا. پئسي جي يا ٻئي قسم جي مدد بہ ڪندا. |
| ١٩- عمر جي ليڪ مان ڪجهہ ليڪون هٺين طرف نڪندڙ. (شڪل نمبر١٢) | دوستن، يارن، رشتيدارن سان محبت گهٽ، پئسي جو بہ گهٽ فائدو ٿيندو هوندو. |
| ٢٠- هٿيلي جي وچ ۾ هن ليڪ تي ڪراس هجي جيڪا هٿ جي | ٻاهرين سفر ڏانهن اشارو آهي جيڪا هن فرد جي حياتي ۾ |

| | |
|---|---|
| مـــتي ڪنگڻ ڪي آنگوٺي جي سامهون ڇهي. (شڪل نمبر١٣) | بهتري آڻي. |
| ٢١- ليڪ زنجير نما هجي. (شڪل نمبر١٤) | جيتري حصي ۾ زنجير هوندي اهو عرصو بيماري ۾ گذاريندو. |
| ٢٢- تمام ننڍيون ليڪون هن ليڪ مان مٿي طرف اڀرندڙ هجن ته. (شڪل ١٥) | ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ٿئي. |
| ٢٣- تمام ننڍيون ننڍيون شاخون هيٺائين طرف نڪرن. (شڪل نمبر ١٦ ) | ڪم ۾ هوشياري ڦڙتائي بلڪل نه هوندي. |
| ٢٤- ليڪ تمام ڳاڙهي رنگ تي مائل هجي. | رت جو گهٽو داٻ |
| ٢٥- ليڪ پيلي رنگ جي هجي. | جگر جي بيماري |
| ٢٦- ليڪ جو رنگ ڪارو يا ڀورو هجي. | خون ۾ گهٽتائي طبيعت ۾ سستي، نااهلي. |
| ٢٧- آنگرين جي ويجهو ليڪ ڏسڻ ۾ اچي. | طبيعت ۾ مغروري هوندي ۾ اهو ماڻهو خود مطلبي هوندو. |









## باب ٻارهون

# دماغ جي ليڪ

عمر جي ليڪ کان ٻيو نمبر ليڪ دماغ جي آهي. جيڪا عقل بابت ڄاڻ ڏئي ٿي. هن ليڪ جي شروعات عمر جي ليڪ کان ٿورو مٿي آنگوٺي ۽ ڏسڻي آنگر جي وچ واري جاءِ کان ٿئي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن هي شروع ۾ عمر جي ليڪ سان مليل به هوندي آهي. اها هٿيلي جي وچان لنگهندي آهي ۽ ڪٿي هيٺ طرف مڙي چنڊ جي اُڀار تائين پهچندي آهي.

هن ليڪ جي شروعات مشتري جي گهر مان يا عمر جي ليڪ جي دائري اندران شروع ٿيل ڏني وئي آهي. جيڪڏهن هن جي شروعات مشتري جي گهر مان شروع ٿيل آهي نه پوءِ اها سٺي دماغي پاور جي نشاني آهي. جيڪڏهن اها هٿيلي جي مٿائين حصي ۾ ۽ دل جي ليڪ جي ويجهو ملي ته اهڙو فرد پڪ سان پنهنجي دماغ کان نه سوچيندو ۽ جيڪو دل ۾ ايندو اهڙي نموني ڪم ڪندو رهندو. مطلب ته هن جي دماغ ۾ بي آرامي، چڙ ۽ غصو رهندو. اهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي ڪنهن ڪم کي ڪرڻ لاءِ هڪ ڏينهن به انتظار نه ڪندا آهن، تمام تنگ دل به هوندا آهن. خاص ڳالهه اها آهي ته دست شناس کي هٿ جو قسم ۽ رنگ گڏوگڏ ڏسڻ گهرجن، ٻئي صورت ۾ اندازو نا مڪمل ٿيندو.

جيڪڏهن دماغ جي ليڪ لڙهي چنڊ جي اُڀار طرف وڃي ته اها رڳو ويڻي پهه پڇائڻ ۽ هوائي قلعا اڏڻ جي نشاني آهي يعني اهڙا فرد فقط خفخاني هوندا آهن. جيڪڏهن دماغ جي ليڪ سان گڏوگڏ سُوريه (شهرت) جي ليڪ سٺي آهي ته اهڙي فرد جو شوق فن ۽ ادب طرف وڌندو رهندو ۽ اهڙا ماڻهو ڪجهه نئين ايجاد ڪن ٿا يا ڪنهن ڳالهه ۾ وڏيڪ سڌارو آڻيندڙ آهن.

## ڏنل ٽيبل ڪجهه وڌيڪ تفصيل پڌائيندو.

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ١- جيڪڏهن دماغ جي ليڪ ڏگهي ۽ گهري آهي. | اها عقل ۽ سنائي ڏيکاري ٿي. |
| ٢- جيڪڏهن ليڪ ننڍي آهي. | مهارت نٿي ڏيکاري. |
| ٣- جيڪڏهن ليڪ سڌي آهي. (شڪل نمبر١) | اهو ڏيکاري ٿي ته اهڙو فرد حساس طبيعت جو ۽ هوڏي آهي. |
| ٤- جيڪڏهن ليڪ مٿائين طرف مڙيل آهي. (شڪل نمبر٢) | جنهن اڀار طرف مڙي هن جون خاصيتون حاصل ڪندي. |
| ٥- ليڪ لهردار آهي. (شڪل نمبر٣) | پوري چاهه يا ڌيان سان ڪم ڪرڻ جي سگهه ڪمزور هوندي اٿس. |
| ٦- جيڪڏهن تمام ننڍيون ليڪون دماغ جي ليڪ مان نڪري مٿائين طرف وڃن. (شڪل نمبر٤) | اها غيب جي علم ۾ چاهه رکڻ جي نشاني آهي. |
| ٧- جيڪڏهن اڌ ۾ اچي ٻه ڦارڪن ۾ ٿي وڃي. (شڪل نمبر٥) | اهڙي فرد جو دماغ ٻه طرف ٿي ويندو آهي يعني ڪجهه سوچ هڪڙي پاسي ته ڪجهه ٻئي طرف. |
| ٨- جيڪڏهن ليڪ زحل جي اڀار هيٺ ٽڪرن ۾ ٽٽي وڃي. (شڪل نمبر٦) | ته ان شخص ۾ موڳائي هوندي. ياداشت بلڪل ڪمزور هوندي. |
| ٩- جيڪڏهن ليڪ زنجير نما آهي يا ڪنهن ٻئي ليڪ سان ڪٽ ٿيل آهي. (شڪل نمبر٧) | اها انهي عرصي ۾ جتي نشانيون ڏيکاريل آهن جهڳڙي ۽ فساد هئڻ جي نشاني آهي. |

| | |
|---|---|
| ١٠- جيڪڏهن ليڪ تي چورس جو نشان آهي. (شڪل نمبر٨) | دماغي چوٽ کان بچاءُ جو اشارو آهي. |
| ١١- جيڪڏهن ليڪ هٿيلي جي مٿائين حصي ۾ دل جي ليڪ جي ويجهو آهي. (شڪل نمبر٩) | اهڙو شخص من چلو هوندو دماغ کان ڪم نہ وٺندو. |
| ١٢- جيڪڏهن ليڪ هٿيلي ۾ ڪافي هيٺ طرف هجي. (شڪل نمبر١٠) | اهڙو فرد هر ڳالهہ ۾ چڱائي چاٹندو ۽ خوش رهندو. |
| ١٣- جيڪڏهن ڪجهہ شاخون هن ليڪ مان نڪري دل جي ليڪ سان ملن.(شڪل١١ ) | اڪثر اهڙو فرد ٻين سان گهٽي محبت رکندو. |
| ١۴- جيڪڏهن ليڪ هيٺ طرف هٿيلي جي دامن تائين پهچي. (شڪل نمبر١٢) | اهڙو شخص نيون نيون اسڪيمون من ۾ پيو سوچيندو پر سڀ خيالي ئي هونديون. |
| ١٥- جيڪڏهن ڪا شاخ هن ليڪ مان نڪري هيٺ طرف وڃي. (شڪل نمبر١٣) | اهڙو شخص موڏي قسم جو هوندو ۽ هن جو اهو متو هوندو تہ هر ڪا شي خرابي لاءِ آهي. |
| ١٦- جيڪڏهن دماغ جي ليڪ ٻٽي آهي. (شڪل نمبر١۴) | اهڙي شخص ۾ مختلف خوبيون هونديون ۽ ٻولي تي تہ ماستري هوندي. |
| ١٧- جيڪڏهن ڪا شاخ نڪري مشتري جي اڀار طرف وڃي. (شڪل نمبر١٥) | اهڙو شخص تمام اوچ خيال وارو هوندو ۽ وڏا وڏا منصوبا سوچي هن کي عملي جامون پارائيندو ۽ هميشہ عزت حاصل ڪندو آهي. |
| ١٨- جيڪڏهن ليڪ جي شروعات ۾ ترشول جي شڪل آهي. (شڪل نمبر١٦) | هن شخص ۾ تمام گهٽيون خوبيون هونديون آهن. انهي سان گڏو گڏ اتساهہ رکندڙ هوندو. |




دماغ جي ليکن جون مختلف شکليون

### باب تيرهون

# دل جي ليڪ

جئين مون اڳ ۾ هٿ ۾ ٻين مکيه ليڪن بابت سمجهايو آهي، هاڻ
اچو ته ٻين دل جي ليڪن تي ويچار ڪريون.

دل جي ليڪ ڏسڻي آڱر جي اُڀار مان يا زحل جي آڱر ڪان
شروع ٿئي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن مشتري يا زحل جي اُڀار جي وچ مان
شروع ٿئي ٿي. اها هٿيلي جي وچ مان لنگهي عطارد ڇينچ جي آڱر جي
هيٺ ختم ٿئي ٿي. اهڙا هٿ تمام گهٽ هوندا جنهن ۾ اهڙي ليڪ جو
وجود نه هوندو. جيڪڏهن اها ليڪ هٿ ۾ غائب آهي ته دماغ جي
ليڪ پنهنجي ڪم ڪان علاوه دل جي ليڪ جو به ڪم ڪندي.

ڪن هٿ شناسن، جي مطابق هي ليڪ ڏسڻي آڱر جي جڙوت
ختم ٿئي ٿي يا زحل جي اُڀار وٽ، پر گهڻن ماهرن هن جي شروعات
پهرين ڄاڻايل هنڌن تان ثابت ڪئي آهي. دل جي ليڪ انسان جي
امنگن جو اظهار ڪري ٿي. جيڪڏهن اها ليڪ گهري آهي ته پوءِ اهڙو
شخص امنگن سان ڀرپور ملندو.

هي ليڪ پيار ۽ محبت جي لاءِ به هوندي . جيڪا پوري حياتي
جو نقشو چٽي ڏئي ٿي. جي اها ساڄي ۽ کاٻي يعني پنهنجي هٿن ۾ اڌ
گول نما ملي ته هن فرد جي پهرين محبت پوءِ شادي ٿي هوندي. اها
هڪ حقيقت آهي ته جئين ليڪ آڱرين جي جڙ کي ويجهو ويندي. اهو
فرد تنگ دل هوندو جو جو آڱرين جي جڙ ۽ دل جي وچ ۾ ٿوري جاءِ
ملي ٿي. هن حساب مان فراخ دلي جو پتو به پوي ٿو.

**ڏنل ٽيبل دل جي ليڪ جو ڪجهه وڌيڪ خلاصو ڪندو**

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ۱- جيڪڏهن ٻنهي هٿن ۾ هي ليڪ اڌ گول نما هجي. (شڪل نمبر۱) | پهرين محبت ۽ پوءِ شادي ٿي هوندي. (Love Marriage) |

| | |
|---|---|
| ٢- جيڪڏهن ليڪ هٿيلي پار ڪٽي وڃي. گولائي نما منائه طرف مڙي. (شڪل نمبر٢) | اها غير معمولي صلاحيت جي نشاني آهي. |
| ٣- جيڪڏهن ليڪ تمام سنهي ۽ ڦڪي جهڙي ڏسڻ ۾ اچي. | اها ڊرائي ۽ موڪاپڻ جي نشاني آهي. |
| ٤- جيڪڏهن ٻيون ليڪون هن کي ڪراس ڪن. | گهڻن سان من موجي واسطا رکندو يا دل لڳي ڪندڙ هوندو. |
| ٥- ليڪ مڙي مشتري جي اڀار تائين وڃي. (شڪل نمبر٣) | هن جي شادي تمام محبت واري هوندي. ڪم ڪرڻ ۾ اوچ صلاحيت هوندي. |
| ٦- جيڪڏهن ليڪ گولائي نما متي مڙي وڃي. | طبيعت خيالي يا ڪروڌي هوندو. |
| ٧- جيڪڏهن هيٺ طرف ليڪ مڙي وڃي. (شڪل نمبر٤) | محبت ۾ پختگي يا ڪنهن هنر وارو ماٺهو هوندو. |
| ٨- جيڪڏهن ليڪ ٿلهي ٻڳل آهي. (شڪل نمبر٥) | محبت ۾ ناڪامي يا شادي به ٿئي سگهي ٿي ۽ هميشه بد گمان رهندو. |
| ٩- جيڪڏهن ليڪ پاڻي جي ٻيڙي وانگر هجي. | اهڙو شخص ڪلارڪي جي ڪم ۾ مهارت رکندو هوندو. |
| ١٠- جيڪڏهن دل جي ليڪ ڊبل هجي. (شڪل نمبر٦) | پيار محبت ۾ گهرائي سبب هي تمام دکي رهندو. |
| ١١- جيڪڏهن ليڪ ڳاڙهي رنگ تي مائل آهي. | دل جي تڪليف يا خون جي دٻاءُ جي بيماري بابت ڄاڻ ڏئي ٿي. |
| ١٢- ليڪ رنگ ۾ تمام ڳاڙهي ۽ زحل جي آڱر ڪان شروع ٿيندڙ آهي. شڪل (٧) | اهڙي شخص جي طبيعت ۾ شوخي هوندي ۽ خود غرض هوندو. |

| | |
|---|---|
| ۱۳- جيڪڏهن ليڪ زنجير نما آهي يا هن تي دائره آهن. سَڪل(۸) | عياش طبيعت جو، نہ پنهنجي، نہ ڪنهن ٻئي جي عزت جو خيال |
| ۱۴- جيڪڏهن هن ليڪ تي ڪو ڪراس هجي. (شڪل نمبر۹) | حادثو يا ڪو مرض موت جو سبب بڻجي سگهي ٿو. (قدرت وارو ڇاٽي) جدائي يا رشتي جي ٽٽڻ جي بہ علامت آهي. |



## باب چوڏهون

# صحت جي ليڪ

هاڻ اسين اچون ٿا ٻئي ليڪ ڏي جيڪا آهي صحت يا تندرستي جي ليڪ. هي ليڪ زندگي جي ليڪ ۽ چنڊ جي اڀار جي وچ مان شروع ٿيندي چيچ جي آڱر وٽ ختم ٿئي ٿي. هن کي جگر يا عطارد جي ليڪ به چيو ويندو آهي. ڪنهن ڪنهن وقت هن سان گڏ هڪ ٻي ليڪ به هوندي اٿس، هن کي عياشي جي ليڪ سڏبو آهي. هن ليڪ جو هٿ ۾ هئڻ ضروري نه آهي سواءِ عطارد جو خوبيون رکندڙ فرد جي. هن ليڪ جو غائب هجڻ صحت جي سٺي نشاني ڏيکاري ٿو. تنهنڪري اهو سٺو ٿيندو جو هٿ ۾ صحت جي ليڪ نه هجي. جنهن هٿ تي اها ليڪ حياتي جي ليڪ کي ڇهي هن مان ان عرصي ۾ حياتي پوري هئڻ جو پتو ملي ٿو. بلڪل صحيح نموني ڏسڻ سان اهو غلط نه ثابت ٿيندو ته صحت جي ليڪ گهٽو ڪري واپارين جي هٿ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي. چارٽرڊ اڪائونٽنٽس يا اهڙي قسم جي ٻين ماڻهن جي هٿ ۾ هي تمام سٺي ليڪ هوندي آهي، جيڪا هٿيلي جي جڙ مان شروع ٿيندڙ هوندي. يعني انهن ماڻهن لاءِ ڪاميابي ڏيکاريندڙ آهي جن جو واسطو واپار سان آهي. واپاري ماڻهو کي صحت جي سهڻي ليڪ، عطارد جي ڏکڻي آڱر ۽ سٺو عطارد جو اڀار هوندو.

> هيٺان نقطا اوهان کي هن ليڪ سمجهڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن صحت جي ليڪ مضبوط يعني ٿلهي نه آهي ۽ صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي. (شڪل نمبر ١) | وڻج واپار سان چاهه ڏيکاري ٿي. |
| ٢- جيڪڏهن ليڪ ٿلهي ۽ | صحت جي خرابي ۽ ڏنڌي ڪرڻ |

| | |
|---|---|
| زنجير نما آهي. (شڪل نمبر٢) | جي گهڻ اهليت ڏيکاري ٿي. |
| ٣- جيڪڏهن ليڪ لهردار آهي. (شڪل نمبر٣) | جگر ۽ معدي جي خرابي بابت ڄاڻ ملي ٿي. اهڙو شخص بدمزاج هوندو. |
| ٤- جيڪڏهن ليڪ تي چورس آهي. (شڪل نمبر٤) | علاج سان صحت جو بچاءُ ڏيکاري ٿي. |
| ٥- جيڪڏهن ليڪ مريخ جي اڀار طرف مڙي. (شڪل نمبر٥) | اهو ظلم يا سخت جدوجهد ڏانهن اشارو آهي. |
| ٦- جيڪڏهن هن جي شروعات حياتي جي ليڪ مان ٿئي. | اهڙي فرد کي ڪاميابي لاءِ پنهنجو پاڻ تمام گهڻي جدوجهد ڪرڻي پوندي. |


1


2


3


4


5

باب پندرهون

# قسمت جي ليڪ

جيتوڻيڪ هن ليڪ کي اهم ليڪن جي ٽولي ۾ شامل نہ بہ ڪيو ويندو آهي. پر پوءِ بہ اها هٿ جي خاص ليڪ آهي. هن کي زُحل جي ليڪ چيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اها زُحل جي اُڀار ڏانهن ويندڙ آهي. هي لڪ ماڻهو جي جيون مارگ ۾ دولت وغيره ۾ ٻين فائدن بابت ڄاڻ ڏئي ٿي.

هي هٿيلي جي وچان ڪنهن ليڪ مان يا ڪنهن اُڀار مان شروع ٿئي ٿي. ڪٿي شهرت جي ليڪ جو مددگار بہ سمجهيو ويندو آهي.

چورس، فلاسافڪ يا ٻيلچي نما هٿن تي هن ليڪ جو هئڻ ضروري نہ آهي. اها ڀاڳ ۾ ڪاميابي ڏيکاري ٿي.

جيڪڏهن اها ليڪ دل يا دماغ جي ليڪ مان اُڀري مٿي وڃي تہ ائين سمجهڻ گهرجي تہ اُهو فرد تمام سخت محنت ڪري پنهنجو آئينده سڌارڻ گهري ٿو.

جيڪڏهن ليڪ ڪٿي رڪجي وڃي تہ آئنده اڳتي روشن نہ ٿيندو (جنهن عرصي ۾ ليڪ جو وڌڻ رڪجي وڃي هن ڪان اڳي سمجهڻ گهرجي).

جيڪڏهن ڪا ننڍي ليڪ هن کي ڪٿي بہ ڪاٽي تہ شادي ۾ رخنو يا مخالف جنس سان اڻ بڻت جو اشارو آهي.

جيڪڏهن نصيب واري ليڪ مشتري جي گهر ڏانهن وڃي تہ سٺي ليڊر يا نامياري شخصيت بڻجڻ جي نشاني آهي. پر هٿيلي جي جڙ ۾ هيٺ ليڪ جو هئڻ آخري زندگي سلامتي واري گذرڻ جي ڄاڻ ڏيئي ٿي.

**هيٺيون ڏنل تفصيل اوهان کي هن ليڪ بابت سمجهڻ ۾ وڏيڪ مددگار ٿيندو.**

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ١- جيڪڏهن قسمت واري ليڪ | اهڙي فرد کي پنهنجي سخت |

عمر جي ليڪ مان شروع ٿئي ته (شڪل نمبر١)

محنت ۽ هن جي پنهنجي ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ٿيندي.

٢- هٿ جي ڪنگڻ مان ليڪ شروع ٿئي ته (شڪل٢)

ٻچپن ۾ ڪجهه وڏيڪ ذميواريون سونپيون ويون هونديون.

٣- ڪنگڻ ڪان ليڪ شروع ٿي زحل جي آيار ڏانهن وڃي ته (شڪل٣)

عام پبلڪ جي چڱائي لاءِ ڪوششون ڪيون ويندريون.

٤- قسمت جي ليڪ مان ڪا شاخ نڪري سورج جي آيار ڏانهن وڃي ته (شڪل٤)

هنر ۾ ڪاميابي ڏيکاري ٿي.

٥- ڪا شاخ هن مان نڪري عطارد جي آيار ڏانهن وڃي ته (شڪل نمبر٥)

ڌنڌي يا ميڊيڪل سائنس ۾ ڪاميابي ٻڌائي ٿي.

٦- ڪا شاخ نڪري ڪنهن ٻه ٻئي آيار ڏانهن وڃي ته

انهي آيار جي خاصيت جو نتيجو حاصل ٿيندو.

٧- جيڪڏهن اِها وڃي دل جي ليڪ تائين ختم ٿئي ته (شڪل ٧)

هن جو آئينده هن جي محبوبه جي طرفان تباهه ڪيو پيو وڃي.

٨- جيڪڏهن اها دماغ جي ليڪ تائين وڃي حد ڪري ته (شڪل نمبر٨)

اِهو ڏيکاري ٿو ته هن پنهنجو آئينده پنهنجي پاڻ پنهنجين خامين ڪري نابود ڪيو.

٩- هي ليڪ دل جي ليڪ مان متي آيري ته (شڪل نمبر٩)

هن فرد جي ڪاميابي آخري ڏينهن ۾ آهي.

١٠- جيڪڏهن ليڪ هنڌن هنڌن تي ٽٽل ملي ته (شڪل١٠)

ڪا خاص ڪاميابي جي پڪ نه آهي.

١١- جيڪڏهن اها ليڪ مشتري جي آيار ۾ شاخ سميت چيهه ڪري ته (شڪل١١)

ليڊر شپ ملڻ جي نشاني آهي.

١٢- اِها ليڪ سورج جي آيار ۾ چيهه ڪري ته (شڪل١٢)

تمام گهٽي لياقت هئڻ ۽ ڪاميابي ڏيکاري ٿي.

باب سورهون

# شهرت جي ليڪ

هي ليڪ هٿ جي مکيه ليڪ آهي، هي قسمت جي ليڪ جي مد... ڪندي آهي. هن کي سوريه جي ليڪ به سڏيو ويندو آهي. اها هٿيلي جي جڙ کان شروع ٿي ڪري، آڱوٺي جي سامهون، قسمت جي ليڪ جي برابر وڃي ڪري ٿئين آڱر جي هيٺ ڇيهه ڪري ٿي، اها دل، دماغ، عمر جي ليڪ کان پڻ شروع ٿي ڪري ٽئين آڱر طرف ويندڙ هوندي آهي.

جيڪڏهن هي ليڪ تمام ڊگهي ۽ صاف آهي، گڏوگڏ قسمت جي ليڪ به سٺي آهي ته اها پبلڪ ۾ مقبوليت ۽ ڪاميابي ڏيکاري ٿي. جيڪڏهن اها ليڪ، دماغ جي ليڪ کي ڇهندي ٽئين آڱر طرف ويندڙ ملي ته اهڙي فرد جو اهوئي مٽو هوندو ته سڀ ڪنهن سان چڱائي ڪجي ۽ هميشه اهڙا ماڻهو اُتساهه سان ڀريل هوندا آهن. هن ليڪ جي هٿ مان غائب ٿيڻ کي اوهان اهو بلڪل نه سمجهو ته ڪو اهڙو فرد بلڪل بد نصيب آهي، پر اهڙي صورت ۾ اوهان هٿ جو ٻيون خوبيون ڏسو جنهن مان هن جي نصيب جي معلومات ٿي ويندي. هن ليڪ تي دائره يا ڪراس هجي ته ڪجهه ناڪامي بابت ڄاڻ پوي ٿي. فن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جي شهرت جي ليڪ سٺي هوندي آهي.

**هيٺيون ٽيبل اوهان کي ليڪ سمجهڻ ۾ وڌيڪ مددگار ٿيندو**

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ۱- جيڪڏهن هي ليڪ قسمت جي ليڪ کان شروع ٿئي. (شڪل نمبر۱) | هي هڪ پڪي نشاني آهي ته اهڙو فرد سخت محنت سان ڪاميابي حاصل ڪندو. |
| ۲- جيڪڏهن هي ليڪ هٿيلي جي جڙ کان شروع ٿي سج جي اُڀار ۾ وڃي. (شڪل نمبر۲) | اها پيشي ۾ ڪاميابي ڏيکاري ٿي. اهڙي فرد جو آئنده روشن هوندو. |
| ۳- جيڪڏهن ليڪ چنڊ جي اُڀار | اهو شخص خوشحال زندگي |

مان شروع ٿئي ٿي. (شڪل۳) گذاريندو.

۴- جيڪڏهن هي ليڪ سڌي آهي ۽ هن سان گڏو گڏو شهرت واري آڱر ڊگهي آهي. تہ اهڙي شـــخص ۾ جوئا جي عادت هوندي.

۵- جيڪڏهن اها بنا ڪنهن عيب جي ۽ صاف ڏسڻ ۾ اچي. اهڙو فـرد ڀاڳوان (نصيب وارو) هوندو.

٦- جيـڪـڏهن هي هنڌن هنڌن تان ٽٽل ڀڳل هجي.(شڪل۴) هن جي حياتي ۾ ڪئين هينايون مٿايون ايندريون.

۷- جيڪڏهن هن ليڪ جي ڀڇڙي ۾ تارو ملي ٿو. (شڪل۵) تہ اهڙي شـــخص کي پبلڪ ۾ شهرت ۽ ڪاميابي ملي.









باب سترهون

# شادي ۽ اولاد جون ليڪون

## شادي جي ليڪ:

شادي جي ليڪ عطارد جي اُڀار ڪان هيٺ ۽ دل جي ليڪ جي بروبر ويندڙ ملندي اهي. اهي هڪ کان وڌيڪ ۽ ليڪون ٻه ٽيندیون آهن. پر اهي تمام ننڍيون ليڪون هونديون آهن. ڪنهن ڪنهن دست شناس مطابق جيتريون ليڪون آهن اوتريون شاديون ٿينديون يا اوترين جنس مخالف سان محبت هوندي پر اهو صحيح نه آهي. ڪي ماڻهو اهڙا آهن جن جي هٿن ۾ گهڻيون ليڪون آهن پر شادي فقط هڪ آهي. تنهنڪري اسان ڪي اهي ليڪون ڳڻن ڪين جيڪي تمام صاف ۽ سڌيون آهن. پر انهن مان ڪي ليڪون اهڙيون به آهن جيڪي شادي کان علاوه ڪنهن ٻئي سان لاڳاپو هئڻ لاءِ به هونديون آهن.

هن ليڪ تي دائرو يا ڪارو چٽو ٻار جنداڻ يا شادي ٽٽڻ جي پڪي نشاني آهي.

ڪجهه دست شناسن جي خيال مطابق هي ليڪ دل جي ليڪ جي متائين، مشتري جي اُڀار ڏانهن ويندڙ ڏسٽي آنگر جي هيٺئن حصي ۾ هوندي آهي. پر وري ٻين ڪن ماهرن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. ته انهن ڪي اها ليڪ زهره جي گهر ۾ عمر جي ليڪ جي ويجهو ملي. پر جيڪي گهريون ۽ سڌيون ليڪون، دل جي ليڪ جي ويجهو آهن، انهن ڪي شادي يا حياتي جي ساٿي جون ليڪون سمجهڻ گهرجن.

هيٺ ڪجهه وڌيڪ خلاصو ڏجي ٿو.

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ١- جيڪڏهن ڏگهي ۽ صاف ليڪ عطارد جي آنگر جي هيٺين حصي ۾ ملي. | اها هڪ ئي شادي ڏيکاري ٿي جيڪا حياتي ۾ خوشي آڻيندي. |

| | |
|---|---|
| ٢- جيڪڏهن ليڪ انهي اُڀار ۾ شاخن ۾ وراهيل هجي. (شڪل نمبر١) | اها طلاق يا جدائي جي نشاني آهي.(وڌيڪ قدرت وارو ڄاڻي) |
| ٣- جيڪڏهن ٻيون ڪي ليڪون هن کي ڪٽ ڪنديون هجن. (شڪل ٢) | شادي جا پٺيان ڏينهن غمگيني ۾ گذرڻ |
| ٤- جيڪڏهن ليڪ ڀهرين ٽنل هجي ۽ پوءِ صحيح هلي وڃي. (شڪل ٣) | انهي جوڙي ۾ ڪئين دفعا جدائي ٿي وڃي يا رسوائي رهي پر وري ملي هڪ تي حياتي گذارن |
| ٥- جيڪڏهن ڪافي ليڪون اهڙيون ملن. (شڪل نمبر٤) | اهي ڪئين هنڌن دل لڳي يا واسطا ڏيکارين ٿيون. |
| ٦- جيڪڏهن اها ليڪ هيٺ مڙي ڪري دل جي ليڪ تائين وڃي. (شڪل نمبر٥) | اها شريڪ حيات جي موت بابت خبر ڏئي ٿي. (قدرت وارو وڌيڪ ڄاڻي) |
| ٧- جيڪڏهن اها ليڪ مٿائين طرف مڙي وڃي. (شڪل٦) | اهڙي فرد کي شادي ڪرڻ لاءِ چاهنا نه هوندي يا هي سادي ڪان بلڪل نفرت ڪندڙ هوندو. |



## اولاد جون ليڪون

هن ڪان اڳ شادي جي ليڪ بابت ڪافي ڪجهه معلومات ڪري آيا آهيون. هاڻ اسان ڪي اولاد جي لسڪس بابت ويچار ڪرڻو آهي. هر ڪنهن ڪي اولاد جي لاءِ چاهنا هوندي انس. سچ ته اهو آهي ته جيڪي اجان غير شادي شده آهن انهن ڪي ننهجي اولاد بابت وڏيڪ چاهنا هوندي آهي ۽ پڇندا رهندا آهن ته اولاد گهڻو ٿيندو وغيره. ان ليڪ ڪي بلڪل صحيح صحيح پڙهڻ ضروري آهي جو جو اها ليڪ صاف نه هوندي اهي. هڪ يا وڏيڪ ايبون لسڪون سادي جي ليڪ تي ٺهيل ملنديون. اهي اولاد جون ليڪون آهن. ڪابه صاف صحيح شڪل جي ليڪ آهي، ته اها پٽ لاءِ ۽ آڏيون مزيل ڌيءَ لاءِ اهن. پٽ جي ليڪ ماءُ جي هٿ ۾ صاف ڏسڻ ۾ ايندي آهي ۽ ڌيءَ جي پيءُ جي هٿ ۾ جيڪڏهن اها ليڪ لهرن واڱر آهي ته اهڙو اولاد سٺي صحت نه ماڻيندو.

**هيٺون خاڪو ڪجهه وڌيڪ هن ليڪ بابت تفصيل ٻڌائيندو.**

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن ليڪ ننڍي ۽ ٿلهي آهي. (شڪل نمبر١) | ته ٻار جي عمر گهٽ رهندي. |
| ٢- جيڪڏهن ليڪ جي شروع ۾ دائرو آهي. (شڪل نمبر ) | ٻار جي صحت ٺيڪ نه رهندي. |
| ٣- پوري ليڪ دائري نما آهي. | نه ٻار صائع ٿيڻ جي نشاني آهي. |
| ٤- جيڪڏهن ليڪ تي چورس آهي. (شڪل نمبر٤) | ٻا حي صحت جو بچاءُ ٿي ويندو. |
| ٥- جيڪڏهن ليڪ تمام سهني ۽ گهٽ ڏسڻ ۾ اچي. (شڪل نمبر٥) | اها ڌيءَ هئڻ جي نشاني ڏيکاري ٿي. |
| ٦- جيڪڏهن ليڪ ٿلهي ۽ صاف آهي. (شڪل نمبر٦) | اها پٽ هئڻ جي نشاني آهي. |
| ٧- جيڪڏهن ليڪ تمام ننڍي | ٻار ضايع ٿي وڃڻ جي چانس آهي. |

كمزور ۽ كارو ٽپكو مٿي ملي. (شكل نمبر٧)

٨- جيكڏهن ليك ٻٽي آهي يا ليـــكون پاڻ ۾ تمام ويجهيون آهن. (شكل ٨) — ٻٽو (جاڙو) اولاد ٿيڻ لاءِ ڏيكاري ٿي.

٩- جيكڏهن پاڻ ۾ ليكون مليل يا ويجهيون آهن ۽ ان مان هڪ ليك ٽٽل آهي. — ته انهن (جاڙن) ٻارن ۾ هڪ زنده رهندو.

(شكل ٩)



# نديون ليڪون

## دولت جي ليڪ

دولت جي ليڪ جو شمار اهم ليڪن ۾ ڪيو نه ويو آهي. هر هٿ ۾ ليڪ جو ملڻ به ضروري نه آهي. اها تمام ٿورن هٿن ۾ ملندي آهي.

ڪن ماڻهن کي به طريقي آمدني هوندي آهي، ورثي ۾ مليل يا ڪنهن ٻئي نموني ۾.دولت جي ليڪ جو هنڌ مشتري جو اُڀار آهي، هن ۾ اها ڏسٽي آنگر جي جڙ ۾ اُڀي شڪل ۾ هوندي آهي. هن ليڪ کي چاهه واري، لالچ واري يا اپلاس جي ليڪ به ڪوٺيو ويندو آهي. پر زُحل جي آنگر ۾ اڀي شڪل ۾ هن ليڪ جو هئڻ ڏيکاري ٿو ته اضافي دولت ورثي ۾ ملندي. پئسو ته سڀ ڪنهن کي گهرجي تهنڪري هرڪو ماڻهو پئسي ملڻ بابت گهڻو ڪجهه پڇندو آهي. ڪيئن به هجي جيڪڏهن اهي متي ڏيکاريل ليڪون هڪ ٻئي جي بروبر هٿ ۾ ملن ته ماڻهو کي به طريقي ڪمائي پنهنجي ڪوشش سان ايندي.

پر جيڪڏهن دولت جون به ليڪون مشتري جي آنگر طرف وڌُنڙ ملن ته اهي پڪ سان اهو اثر گهٽ ڪنديون جيڪو هڪ ليڪ جو آهي. دولت جي ليڪ کي ڪا ٻئي ليڪ ڪراس ڪري ته ابتو اثر ڏيکاري مطلب ته بجاءِ دولت گڏ ٿيڻ جي هن ۾ رڪاوٽ پئجي ويندي.

عورت جي هٿ ۾ جيڪڏهن اها ليڪ هيٺ لڙهي قسمت جي ليڪ طرف اچي ته انهي عورت وٽ سٺي دولت گڏ ٿيل ۽ محفوظ نموني سنڀاليل هوندي.

هيٺ ذنل نقطا ڪجهه وڌيڪ خلاصو ڪندا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن دولت جي ليڪ آنگوٺي جي جڙ مان شروع | اها سٺي نصيب، ڪنهن به چاهنا جي حاصلات ۾ ڪاميابي جي |

| | |
|---|---|
| ٽي مشتري جي آڱر طرف وڃي ته. (شڪل نمبر١) | نشاني آهي. |
| ٢- جيڪڏهن آڱوٺي جي جڙ کان ليڪ شروع ٿي زحل جي اڀار طرف وڃي.(شڪل نمبر٢) | اوچتو ورثي ۾ دولت ملڻ جي نشاني آهي. |
| ٣- دولت جي ليڪ کي ٻيون ليڪون ڪٽن ته (شڪل٣) | دولت جي اوچتي نقصان جي نشاني آهي. |
| ٤- دولت جي ليڪ تي دائرو يا ٻين ليڪن جو ڪراس ڪرڻ. (شڪل نمبر٤) | دولت گڏ ٿيڻ جو امڪان يا ڪٿي چئجي ته ذريعو ڪونهي. |











# سفر جي ليڪ

گهڻا ماڻهو ٻاهرين ملڪن جي سفر بابت پڇڻ جي چاهنا رکندا آهن. پر ڪي جزوي ماڻهو پنهنجي جنم ڀومي ڇڏڻ لاءِ ناخوش هوندا آهن. هن جو دارومدار عمر جي ليڪ ۽ واسطيدار اُڀار جو صحيح شڪل ۾ هئڻ سان آهي.

سفر جي ليڪ چنڊ جي اُڀار جي ٻاهرين ڪنارن کان شروع ٿي، هٿيلي ڪراس ڪري وڃي عمر ليڪ ۾ آنگوٺي جي سامهون ملي ٿي. ڪن دست شناس جي خيال مطابق اها زهره جي اُڀار ۾ حياتي جي ليڪ جي ويجهو ملندي آهي. پر تمام گهڻن دست شناسن اهو قبول ڪيو آهي ته صحيح سفر جي ليڪ اها آهي جيڪا ٻهرين ڄاڻائي وئي آهي. حقيقت اها آهي ته پيون جيڪي ٻه غير اهم ليڪون يا ننڍيون ليڪون آهن انهن سيني ۾ اها وڌيڪ وزن رکي ٿي. اها هٿ جي ڪنگڻ جي مٿائون هٿيلي جي ٻاڙ کان شروع ٿي عمر جي ليڪ ۾ وڃي گڏجي ته ٻاهرين ملڪن جي سفر لاءِ هميشه چاهنا رهندي. سفر جي ڊگهي ليڪ وڏي عرصي لاءِ سفر ۽ ننڍي ليڪ ٿوري عرصي لاءِ سفر بابت هوندي آهي. ڪٿي ليڪ سڌي ۽ صاف هجي پر اها نتيجا ثابت نه ڪندي جيڪڏهن ڪي خاميون هن ليڪ ۾ آهن. ڪارا ڊٻا (چٽا) ۽ دائرا انهي نقصن ۾ اچن ٿا. دائرو هئڻ جي حالت ۾ سفر ۾ ڪاميابي نه ٿيندي. ليڪ تي تاري جو هجڻ تباهي جي نشاني آهي يعني ڪنهن ڪنهن وقت سفر ۾ حياتي جي پڇاڙي ٿيو وڃي.

هيٺ ڏنل نقطا ڪجهه ليڪ بابت وڌيڪ معلومات ڏيندا.

| حالت | خوبي |
| --- | --- |
| ١- جيڪڏهن ليڪ سڌي ۽ صاف آهي ۽ قسمت جي ليڪ کي ڪٽيندي عمر جي ليڪ ڏانهن ويندڙ هجي. (شڪل١) | اها اهڙي فرد جي ٻاهرين ملڪن ڏانهن سفر بابت اشارو آهي جيڪو هن جي حياتي ۾ بهتر نتيجا آڻيندو. |
| ٢- جيڪڏهن ليڪ ڪنهن ٻئي ليڪ سان ڪراس ٿيل هجي. (شڪل٢) | سفر ۾ خطري بابت ڄاڻ ملي ٿي. |

| | |
|---|---|
| (شڪل۳) | سفر ۾ پئسي پنجڙ جي حاصلات نہ ٿيندي. |
| ۴- جيڪڏهن ليڪ ٽٽل آهي يا ٽٽڻ کان پوءِ ٻئي ليڪ شروع ٿئي ٿي. (شڪل نمبر۴) | سفر لاءِ خطري جي نشاني آهي. |
| ۵- سفر جي ليڪ گهٽ نظر اچي. | سفر جي چاهنا بغير منصوبي جي آهي. |
| ۶- سفر جي ليڪ ڪنهن ٻئي هنڌ بہ ٽٽل آهي. (شڪل۵) | سفر ۾ تاخير (دير) بابت چاڻ ڏي ٿي. |



# انترگيان (اندروني ٻوجهہ) واري ليڪ

هي ليڪ تمام گهٽ هٿن ۾ ملندي آهي. هي چنڊ جي اُڀار جي ڪهڙي بہ هنڌان شروع ٿي چنڊ جي شڪل ۾ ڇيچ طرف ويندي آهي. اها ليڪ هٿيلي جي جڙ کان شروع ٿي. اڌ گول نما شڪل ۾ دل ۽ دماغ جي ليڪ کي لڱندي عطارد جي اُڀار طرف ويندڙ ملي آهي.

سٺي صاف انتر گيان جي ليڪ اهو ڏيکاري ٿي تہ اهڙي ماڻهو کي اندروني ٻوجهہ ۽ ٻئي جي پرکِ ڪرڻ جي طاقت هوندي جيڪا تمام اثراتي ٿيندي، کي اهڙا بہ ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي آتمڪ سگهہ ڏيکارين ٿا ۽ اهي دنيا ۾ ٿيندڙ ڪارنامن بابت پيشنگويون ڪندا آهن.

اها جيڪڏهن صاف ليڪ ڏسڻ ۾ اچي پر دل ۽ دماغ جي ليڪ کي ڇهندڙ ملي تہ اهڙا فرد پنهنجي هن قسم جي سگهہ کي گهٽو استعمال ڪرڻ کان ڊپ رکندا آهن.

هيٺ ڏنل نقطا هن ليڪ کي سمجهڻ ۾ مددگار ٿيندا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن انترگيان جي ليڪ صاف ڏسڻ ۾ اچي پردل ۽ دماغ جون ٻئي ليڪون شروع ۾ پاڻ ۾ جدا جدا آهن تہ. (شڪل نمبر١) | اهڙن فردن ۾ اندروني ٻوجهہ تمام گهٽي هوندي ۽ اهي پنهنجي طاقت سان پيشنگويون ڪرڻ ۾ نہ هبڪندا آهن. |
| ٢- جيڪڏهن انتر گيان جي ليڪ صاف ڏسڻ ۾ اچي پر دل ۽ دماغ جو ليڪون شروعات ۾ گڏيل آهن يا هن ليڪ کي ڪٽي ملن ٿيون. (شڪل٢) | اهڙي ليڪ اندروني ٻوجهہ جي طاقت تہ ڏيکاري ٿي پر حقيقت ٻڌائڻ کان اهڙا ماڻهو ڊپ ڪندا آهن. |
| ٣- جيڪڏهن ليڪ صاف ۽ هٿ ۾ چٽي طرح ڏسڻ ۾ اچي. | اندروني ٻوجهہ جي ڪري اهڙي فرد کي هر ڳالهہ جي خبر پوي ٿي. |



انتر گيان جي ليڪ
شڪل ١

انتر گيان جي ليڪ دل ۽
دماغ جي ليڪ سان مليل شڪل ٢

# ڪٽنب جون ليڪون

هي ليڪون چنڊ جي اُڀار جي ٻاهرين ڪناري ڪان شروع ٿين ٿيون ۽ هٿ جي ڪنگڻ جي ويجهو هونديون آهن. سفر جون ليڪون ٻه چنڊ جي اُڀار مان شروع ٿين ٿيون پر اهي هٿ جي ڪنگڻ ڪان پري هونديون آهن. سفر جون ليڪون ڪٽنب جي ليڪن سان مليل جهليل هئڻ جي ڪري انهن ٻنهي ليڪن کي جدا جدا سمجهڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي. حقيقت ۾ گهر جي ڀاتين (ڪٽنب) جون ليڪون جيڪي هٿ جي ڪنگڻ جي ويجهون هونديون آهي، اُهي رشتيدارن سان محبت يا واسطو وڏيڪ ڏيکارن ٿيون پر جنس جو پتو يا ڄاڻ دست شناسي مان نه پوندي. اهڙين ليڪن جو هٿ ۾ بلڪل نه هئڻ اهو ٻڌائي ٿو ته انهي ماڻهو جو ڀاتين سان واسطو نه آهي.

ڪنهن ڪنهن وقت اهي تمام جهيڻي شڪل ۾ ڏسڻ ۾ اينديون آهن ۽ اهو ڏيکارين ٿيون ته اهڙي ڀاتين سان واسطي جو ڪو به فائدو نه آهي. يعني واسطو آهي توڙي نه آهي ڳالهه مڙيئي هڪ جهڙي. يا ٻاراڻي وقت ڪان ئي رشتيدارن سان واسطو ٽٽي ويل هوندو. ڪن دست شناسن جي مطابق اهي ليڪون مختلف شڪل ۾. جيڪي هيٺائين مريخ ڪان شروع ٿي عمر جي ليڪ جي شروعات واري هنڌ ڏانهن ويندڙ مليون آهن. ڪيئن به هجي هن ليڪ جون خوبيون ۽ خاصيتون مڙيئي ڀاڱيون ملنديون.

هيئان نقطا هن ليکن بابت ڪجهه وڌيڪ معلومات ڏيندا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن ياتين جو ليڪون صاف آهن ۽ ڪنگڻ جي ويجهو آهن. (شڪل نمبر١) | اهو ڏيکاري ٿو ته ياتين سان واسطو سٺو رهندو. |
| ٢- جيڪڏهن ڪتنب جون ليڪون هٿ ۾ غائب آهن ته | اهڙي فرد جو ڪو رشتيدار نه هوندو (انهن جي موت سبب) يا رشتيدارن سان تمام جدا رهڻ ٿيندو هوندو ۽ انهي ڪري ڪو به واسطو نه هوندو. |
| ٣- جيڪڏهن ڪتنب جي ياتين جو ليڪون صاف نه پر جهيڻي رنگ جون آهن ۽ ان سان گڏ ليڪ ۾ ڪجهه عيب به آهن ته. (شڪل ٢) | عزيزن سان جدائي يا عزيزن جي موت جي خبر ملي ٿي. |
| ۴- جيڪڏهن ڪتنب جون ليڪون به ڦارڪون ٿيل آهن ته. (شڪل نمبر٣) | ياتين سان ناراضپو ڏيکارين ٿيون. |



ڪتنب جون ليڪون

# اثراتي ليڪ (مائٽن سان محبت جي ليڪ)

هي ليڪ زهره جي اُڀار مان شروع ٿئي ٿي هن ليڪ کي ڪن هٿن ۾ آنگوٺي جي جڙ مان شروع ٿي، عمر جي ليڪ ۾ مليل ڏٺو ويو آهي. جيڪڏهن ليڪون گهريون آهن ۽ عمر جي ليڪ ۾ وڃي آخر ڪن ته هن مان اها ڄاڻ ملي ٿي ته اهڙي فرد جو مائٽن سان تمام گهڻو پيار هوندو. جيڪڏهن اهي ليڪون عمر جي ليڪ کي ڪاٽي وڃن معنيٰ مائٽن جو فنا ٿيڻ يا ننڍ پڻ ۾ بيماري ڏيکاري ٿي.

هيٺ ڏنل نقطا ڪجهه وڏيڪ خلاصو ڪندا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن هي ليڪ حياتي (عمر) جي ليڪ ۾ مليو (سمايو) وڃي ٿي. (شڪل١) | ته جتي اها عمر جي ليڪ ۾ ملي اُن عرصي ۾ هن فرد جي حياتي ۾ وڏي ردوبدل اچڻ واري آهي. |
| ٢- جيڪڏهن ليڪ سوريه يا زحل جي اڀار ڏانهن وڃي. (شڪل ٢) | ته اهڙي فرد جي حياتي ۾ ردوبدل ايندي اها هن لاءِ وڏي فائديمند ثابت ٿيندي. |
| ٣- اها ليڪ جيڪڏهن قسمت جي ليڪ کي ڪاٽي.(شڪل٣) | ڏنڌي ۾ نقصان بابت خبر ملي ٿي. |
| ٤- جيڪڏهن هي ليڪ شادي واري ليڪ تائين پهچي ٿي. | شادي کان پوءِ ڪجهه تڪليفون اچن. |


اثراتي ليڪ

# هٿ جا ڪنگڻ

اهي ليڪون گولائي ڇلن وانگر هٿيلي جي تري يا ڪرائي ۾ هونديون آهن. انهن ليڪن مان تندرستي بابت پڪي ڄاڻ ملي ٿي. اهي ڀاڳ يا ميراث جي لاءِ به هونديون آهن.

جيڪڏهن اهي ليڪون ڪٽي به ٽٽل حالت ۾ آهن ته اها خراب صحت جي نشاني آهي. ڪن دست شناسن جو چوڻ آهي ته اهي اولاد جي صحت جي ڄاڻ لاءِ ٻين سيني ليڪن کان اهي ليڪون مٿي آهن. هٿ جي ڪنگڻ لاءِ اهو چيو ويو آهي ته هر ڪنگڻ سندن عمر جي ٢٥ سالن لاءِ هوندو آهي. سيني دست شناسن جي مطابق اهي ڪنگڻ مرد جي هٿ لاءِ اوترائي اهم آهن جيترو عورت جي هٿ لاءِ.

هيٺ وڌيڪ تفصيل هن کي سمجهڻ لاءِ مددگار ٿيندو.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن ڪنگڻ جي ليڪ گهري هجي ۽ بنا ڪنهن عيب جي هجي. (شڪل نمبر١) | اهو سٺي ڀاڳ ۽ سٺي صحت جي نشاني آهي. |
| ٢- جيڪڏهن ڪنگڻ جو ليڪون ٽٽل آهن. (شڪل نمبر٢) | اها بدنصيبي ۽ خراب صحت جي نشاني آهي. |
| ٣- جيڪڏهن ڪرائي تي گهٽيون ليڪون هجن.(شڪل نمبر٣) | اها وڏي حياتي ۽ سٺي ميراث جي نشاني آهي. |
| ٤- جيڪڏهن عورت جي هٿ ۾ پهريون ڪنگڻ محراب جي شڪل ناهي. (شڪل نمبر٤) | ته اندروني خرابي جي ڪري هن کي اولاد نه ٿيندو. (وڌيڪ قدرت وارو ڄاڻي) |
| ٥- جيڪڏهن ڪنگڻ هٿيلي طرف اندر وڃي ٽڪنڊي جي شڪل ناهي. (شڪل نمبر٥) | مائٽن کان ملڪيت حاصل ٿيڻ بابت خبر ملي ٿي. |




هٿ جا ڪنگڻ

ع = عمر جي ليڪ
د = دماغ جي ليڪ
دل = دل جي ليڪ
ر-م = عطارد جي ليڪ
س-س = سوريه جي ليڪ
ق-ق = قسمت جي ليڪ
ٻ = ٻارن جي ليڪ
ش = شادي جي ليڪ
دو = دولت جي ليڪ
س-ف = سفر جي ليڪ
ي = ياتين جي ليڪ
اگم = انترگيان جي ليڪ
م-پ = مائٽن جي پيار جي ليڪ
ر-ر = رڪاوٽن جي ليڪ

# پيشي (ڪرت) جي ليڪ

هي ليڪ فرد جي پيشي (ڪرت) بابت پروڙ ڏئي ٿي، اها عمر جي ليڪ مان شروع ٿي، سوريہ جي آنگر جي جڙ تائين وڃي ٿي. هي عمر جي ليڪ جي هڪ ڦاڪ آهي. اها ڪاميابي ۽ پيشو بدلائڻ بابت ڄاڻ ڏئي ٿي. هن ڪي عمر جي ٻئي ليڪ ۾ چيو وڃي ٿو ڪنهن هنڌ ليڪ ٽٽل آهي تہ پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ اهڙو فرد پنهنجو پيشو بدلائيندو. جيڪڏهن اهڙي قسم جون ٻہ برابر ليڪون آهن تہ اهڙو فرد ٻہ پيشا اختيار ڪندو جنهن مان هڪ ڌنڌي خاطر ۽ ٻيو وندر لاءِ هوندو. جيڪڏهن ساڳئي قسم جي ليڪ ڪابي هٿ ۾ ملي تہ ڌنڌو سوچي سمجهي اختيار ڪيل آهي، نہ ڪي نصيب سان حاصل ڪيو آهي.

**هيٺ ڪجهہ وڌيڪ تفصيل ڏجي ٿو.**

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن ليڪ ٻنهي هٿن ۾ صاف ۽ ڏسڻ ۾ چٽي آهي. (شڪل ١) | تہ هن فرد پنهنجو آئينده (پيشو) سوچي سمجهي اختيار ڪيو آهي. |
| ٢- جيڪڏهن ليڪ ٽٽل آهي. يا رنگ ۾ جهيڻي نظر اچي ٿي. (شڪل ٢) | تہ اهڙو فرد جلدي جلدي ڌنڌا بدلندو رهندو. |
| ٣- جيڪڏهن ٻئي برابر ليڪون ٻن هٿن ۾ آهن. (شڪل ٣) | ٻہ طرفو ڌنڌو اختيار ڪندو. |
| ۴- هن مان ڪي شاخون ڪنهن ٻہ آنگر ڏانهن وڃن خاص طرح سوريہ يا زحل جي آنگر ڏانهن. (شڪل ۴) | پنهنجي موڙي موجب ڌنڌو اختيار ڪيل هوندو ۽ جي سوريہ جي آنگر ڏانهن شاخ وڃي تہ اهو ڌنڌو پبلڪ جي فائدي لاءِ هوندو. |



# ڳڻتي ۾ فڪر ڏيڪاريندڙ ليڪ

هي ليڪ پنهنجو پاڻ مايوسي ۾ فڪرات بابت بيان ڪندي. اها ليڪ شڪر (زهره) جي اُڀار ۾، عمر جي ليڪ جي گولائي اندرين طرف، آنگوٺي جي سامهون لڳاتار ڪيترين ئي اڀين ۾ سٽل ليڪن ڪٽيندڙ ملندي آهي. هن ڪي هٿيلي جو جال ڇيو ويندو آهي.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته جنهن فرد جنهن ڪي هٿ ۾ هن قسم جو جال آهي. هن ڪي نا اميدي ۾ فڪر ته هوندي ئي هوندي اٿس ۾ ڪنهن ڪنهن وقت ذهني دٻاءُ جي ڪري خراب قسم جو سيُاءُ ٿيو وڃي. اهڙو شخص ورلي خوشي ماڻيندو هوندو. تنهنڪري اهو فائدو نهي وڃي ٿو ته جنهن ماڻهو جي هٿ ۾ اهڙي قسم جو جال هوندو هن جڻ جنم ئي ڳڻتين ۾ فڪرات لاءِ ورتو آهي. (شڪل نمبر ١)



شڪل ١ — ڳڻتي ۾ فڪر ڏيڪاريندڙ ليڪون

شڪل ٢: الف – ب – ل – م — عمر ۾ صحت جون مددگار ليڪون

## پاسا گير ليڪون

هي ليڪون هٿن ۾ مددگار هونديون آهن. اهي هٿن ۾ اهم ليڪن جي بلڪل ويجهو هونديون آهن. اهي ليڪون هميشه اُبي شڪل ۾ هونديون جيڪا بچاءَ لاءِ ٿي آهن. (مريخ) منگل جي ليڪ عمر جي ليڪ جي مددگار ليڪ آهي. ڪيفيلڪ ليڪ صحت جي ليڪ جي مددگار آهي. جئين انهن ليڪن جو مکيه ليڪن جي مدد ڪرڻ فرض آهي تنهنڪري انهن ليڪن جو هجڻ سٺو سمجهيو ويندو آهي.(شڪل٢)

## اڀيون ۽ سنڌل ليڪون

هي ليڪون هٿن جي ٻين ليڪن کان مختلف آهن. جيڪي اُڀيون ليڪون آهن اُهي ترقي لاءِ آهن ۽ جيڪي آڏيون آهن، اُهي رڪاوٽن لاءِ ۽ نقصانڪار هونديون آهن. دل ۽ دماغ جي ليڪن سان اهو فائدو نٿو لڳي جو جو اهي ته هٿ جون مکيه ليڪون آهن.

## زُحل جو ڇلو

خاص زُحل بابت ڄاڻ لاءِ هن جا ڇلا هوندا آهن ڇلن جو وجود ڪن طاقتن جي زير اثر ٿئي ٿو زُحل جي ڇلي جو وجود اسان کي رڳو سوچن ۽ شڪن ۾ وڪوڙيو وٺو آهي.

دست شناسي موجب اها ليڪ مشتري ۽ سوريه جي اُڀارن جي وچ ۾ اڌ گول شڪل ۾ ملي ٿي. جيڪڏهن اها گولائي آنگرين جي جڙ تائين پکڙيو وڃي ته هو دائره زهره بڻجي ويندو.

اهو ڇلو هن فرد جي آئنده پيشي ۾ خاص قسم جون رڪاوٽون ڏيکاري ٿو. هن ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڇلي جو هٿ ۾ هئڻ بدنصيبي جي نشاني آهي. اهڙي ڇلي وارو ماڻهو گهڻو اداس رهندو ۽ هن سان ڱڏو ڱڏ هن جي ڪيل محنت لاءِ هن کي ڪڏهن به ڪاميابي جي پڪ نه رهندي.

(شڪل نمبر١)

# سليماني (سالومن جو) ڇلو

هي ڇلو ڏسٽي آنگر جي جڙ ۾ گولائي نما آهي. اهو مشتري جي اُڀار جي ٻاهرين ڪناري تي هوندو آهي. جئين تہ سالومن بادشاه ڪي اهڙي نموني جو ڇلو هوندو هو ۽ هن ڪي سڀي مخلوق جي درد مندي جي سمجهڻ جي اندروني ٻوجهہ هئي انهي ڪري هن ڇلي ڪي هن جي نالي سان سڏيو ويو آهي. اهڙا فرد جيڪي ڪاروبار هلائيندڙ مکہ آهن ۽ جن ڪي اهڙي قسم جي منڍي آهي اهي پنهنجي هيٺ ڪم ڪندڙ ڪي چڱي طرح سڃاڻيندي ويندا آهن.




شڪل ١
سليماني ڇلو

شڪل ٢
زُحل جو ڇلو

# دائره زهره

هي ليڪ اڌ گول نما شڪل ۾ هوندي آهي. اها ڏسٽي ۽ سوريہ جي آنگر جي وچ ۾ آنگرين جي جڙ ۾ هوندي آهي. اها هميشہ يا جهيڻي، ڪمزور هوندي يا ٽٽل هوندي آهي. جيڪڏهن ٻنهي هٿن ۾ صاف چٽي ظاهر هجي تہ اهڙا ماڻهو تمام شهوت پسند هوندا آهن. اها فلاسافڪ يا مخلوطي هٿ ۾ هوندي آهي. جيڪڏهن ڪٽي يہ ٽٽل حالت ۾ هجي تہ ا هڙو فرد تمام عياش ۽ ڪروڌي قسم جو هوندو. دست شناسي جي علم ۾ هن ڪي ليڪ ڪري نہ سمجهڻ گهرجي پر اهو هڪ خاص هٿ ۾ نشان آهي.

(شڪل زُحل جي ڇلي سان گڏ ڏيکاريل آهي.)

باب اوڻيهون

# اُپـار

مون هن کان اڳ هٿيلي جي ليکن ۾ آڱرين بابت بيان ڪيو آهي
هاڻ هن کان پوءِ اُپار کي سمجهڻو آهي.

اسـان جئين پنهنجي چوڌاري واديون ۽ پهـاڙيون ڏسـون ٿـا ائين.
اسان جي هٿ ۾ آٺ اُپار آهن.

١- مُشتري جو اُپار - ڏسٽي آنگر جي هيٺ

٢- زُحل جو اُپار - وچين آنگر جي هيٺ

٣- سوريه جو اُپار - سج جي آنگر هيٺ

۴- عطارد جو اُپـار - چينج جي آنگر هيٺ

٥-٦- مريخ جو اُپار - مريخ ٻه آهن. هڪ هيٺائون جيڪو مشتري
جي اُپار کان هيٺ ملي ٿو ٻيو مٿائون مريخ
اهو عطارد جي اُپار هيٺ آهي.

٧- چنڊ جو اُپار - مٿائين مريخ کان هيٺ ۽ ڪنگڻ کان مٿي اهو
ٽن درجن ۾ ورهايـو ويو آهي. (١) مـٿـائون
(٢) وچيون (٣) هيٺيون

٨- زهره جو اُپار - هي هيٺائن مريخ کان هيٺ، ڪنگڻ کان مٿي،
آنگوٺي جي چوڌاري عمـر جي ليڪ جي اندر
هوندو آهي.

اُپار ماڻهو جي اخلاق موروثي خوبين باب پتو ڏين ٿا. تنهنڪري
اهي سمجهڻ تمام اهم آهن.

## مـُشتري جو اُپار

مشتري جو گره سيني گرهن ۾ وڏي ۾ وڏو گره آهي ۽ اهو مريخ
جي ويجهو آهي. اهو اُپار ڏسٽي آنگر جي هيٺ ۽ هيٺائين مريخ کان مٿي
هوندو آهي. دل جي ليڪ ٻه هن اُپـــار تائين ويندڙ ڏٺي ويئي آهي ۽

جيڪڏهن ائين هجي تہ شادي تمام محبت ڀري هوندي. جيڪڏهن اهو اڀار گوشت ڀريل ۽ وڏيڪ جاءِ والاريندڙ آهي تہ وحشيانہ طريقي جي محبت هوندي. جيڪڏهن هي اڀار بہ سنو آهي ۽ گڏوگڏ دماغ جي ليڪ بہ نيڪ آهي تہ هو جهڙي حالت ۾ آهي، اُتي خوشحال هوندو. ڪا ليڪ هن اڀار مان نڪري دماغ جي ليڪ تائين اچي تہ اهڙو فرد ڪم ظرفي سان پئسو ڪمائيندو پر جيڪڏهن ليڪ قسمت جي ليڪ تائين اچي تہ اها ڪاميابي آهي جيڪڏهن ليڪ عمر جي ليڪ تائين اچي تہ اها پنهنجي ڪوشش سان ڪاميابي جي نشاني آهي. تاري جو هن اڀار تي هئڻ سنو آهي جيڪا پبلڪ ۾ ليڊر شپ ملڻ لاءِ اشارو آهي. هن اڀار ۾ ڪراس شادي ۾ ڪاميابي لاءِ بيان ڪري ٿو. ونسٽن چرچل ڪي مشتري جي آڱر جي پهرين پُڳري ۾ ڪراس هو جنهن هن جي مضبوط ليڊر شپ ڪان سواءِ نالو روشن ڪيو ۽ شهرت حاصل ڪيائين. هن اڀار تي گول نشاني جو هجڻ. حياتي ۾ اچانڪ نصيب کلڻ لاءِ ڏيکاري ٿو هن اڀار ۾ سٺي چورس جو هئڻ ڪنهن مصيب ڪان بچاءُ ڏيکاري ٿو.

(ڏسو شڪل)



## زّحل جو اڀار

ڇنڇر (زُحل) هڪ گره آهي جيڪو ماپ ۾ ٻين گرهن جي مقابلي ۾ ٻيو نمبر آهي ۽ سورج کان ڇهين نمبر تي پري آهي. جوتشين جي اعتبار کان اهو گرهه صرف اداسي غمگيني آڻي ٿو. پر دست شناسي موجب اهو صرف اڪيلائي پسند ڏيکاري ٿو.

زُحل جو اُڀار ٽئي آنگر جي هيٺ هوندو آهي. گهٽن هٿن ۾ اهو گوشت ڀريل نہ پر کوکلو هوندو آهي. گوشت ڀريل اُڀار هن فرد جي بيماري بابت اشارو ڏيئي ٿو ۽ اهڙو انسان صرف اڪيلو رهڻ ٿي پسند ڪندو.

دل جي ليڪ جو هن گهر مان شروع ٿيڻ ماڻهو جي خود مطلبي ڏيکاري ٿو.

ڪنهن بہ نشاني جو هن اُڀار ۾ هئڻ سٺو نہ آهي، مهاتما گانڌي جي هٿ ۾ هن اُڀار تي تاري جو نشان هو جيڪو هن کي گولي لڳڻ سان موت جو ڪارڻ بڻيو. (ڏسو شڪل)



دل جي ليڪ جو زَحل جي اُڀار مان نڪرڻ ۽ تاري جو نشان

## سوريہ (سج) جو اُڀار

سوريہ هڪ اهڙو گره آهي جيڪو خاص طرح گرمي ۽ شڪتي پيدا ڪرڻ جو بنياد آهي. ڪافي عرصي کان پوءِ سورج کي بہ تارو چوڻ ۾ آيو. سوريہ جو اُڀار ٽئين آنگر جي هيٺ آهي. پراڻن دست

شناسن هن کي اوپولوجو اُڀار چيــو پر جديد دست شناسي هن کي يورنيس جي نالي سان سڏيو،اهو ئي هڪ صحيح هنڌ آهي جنهن مان ماڻهو جي شهرت جي جاچ ملي ٿي. هن اُڀار ۾ ليڪ کي سوريه جي ليڪ چئبو آهي. جيڪا ماڻهو جي اُٿويهه وغيره بابت تفصيلي ٻڌائيندي آهي صحيح سنئي نموني جي اُڀار مان خوبصورت شين ڏانهن پيار هئڻ جو پتو پوي ٿو.

هن اُڀـار جي چوڏاري گـول نما شـڪل جو هجڻ سـٺي نشـاني سـمجهڻ گـهرجي. سـوريه جي ليڪ ڪامـيـابي ۽ شـهـرت لاءِ آهي. جيڪڏهن اُڀار گوشت ڀريل نه آهي پر خالي آهي ته ان مان اهو سمجهڻ گهرجي ته اهڙي شخص ۾ ڪنهن به قسم جي صحيح چاڻ نه هوندي. صرف تاري جو نشان هن اُڀار ۾ آهي ته اهو فائديمند آهي پر ان صورت ۾ جنهن ۾ دماغ جي ليڪ به سالم ۽ صحيح آهي. ابتدائي هٿ ۾ تاري جو هئڻ انڌي پڻ جي نشاني آهي. سٺي اُڀار سان گڏ گڏ سوريه جي آنگر نوڪدار آهي ته اهو ڏيکاري ٿي ته اهڙي شخص ۾ ساز وڄائڻ يا تصويرون ٺاهڻ جي خوبي هوندي. (ڏسو شڪل)



سوريه جي اُڀار ۾ تاري جو نشان

# عطارد جو اُڀار

عطارد جو گـرهه سج کي ويجهو آهي. عطارد جو اُڀار به سوريه جي اُڀار کي ويجهو آهي. اهو اُڀار عطارد جي آنگر جي هيٺان ڏسڻ ۾

ايندو آهي، جتي شادي جي ليڪ به هوندي آهي. اهو آيار هن فرد جي ڏنڌي ۾ چاهنا ۽ محنت ڏيکاري ٿو. جيڪڏهن مناسبت ڪان آيار متي آهي ته اهڙي شخص جي دل ۾ نڱي هوندي. هي آيار سنو هجي ۽ گڏوگڏ دماغ جي ليڪ به سڌي هجي ته اهڙو شخص تاب تجلي وارو هوندا. جيڪڏهن چيچ تمام ڊگهي آهي ته اهڙي شخص ۾ هر ڪا ڳالهه تمام سهڻي نموني بيان ڪرڻ جي سگهه هوندي. (ڏسو شڪل)




# مريخ جو آيار

سچ ڪان پري ڏرتي ڪان پوءِ ٻيو گهر مريخ آهي رومن لاءِ مريخ لڙائي جو خدا هو. به مريخ جا آيار هٿ ۾ هوندا آهن هن مان هڪ مشتري جي آيار جي هيٺ هوندو آهي ۽ ٻيو هٿيلي جي ٻئي پاسي عطارد جي آيار جي هيٺ هوندو آهي. هي آيار جهگڙالو قسم جي ماڻهو بابت اشارو ڏيئي ٿو. نيڪ ناڪ آيار همت ۽ خبرداري جي لاءِ هوندو آهي. پهريون آيار جهگڙي بابت ٻڌائي ٿو پر ٻيو پنهنجي بچاءُ بابت هڪ يا هڪ ڪان وڌيڪ اپين ليڪن جو هن آيار ۾ هئڻ فائدي مند آهن. هڪ ليڪ به هئڻ تمام گهڻي همت هئڻ جو اشارو آهي ۽ اها مشڪلاتن ڪي پوري طرح منهن ڏيڻ بابت ٻڌائي ٿي.

هن آيار تي تاري جو نشان انهن ماڻهن لاءِ سنو آهي جيڪي ملٽري ٽروپس ۾ ملازم آهن. جيڪڏهن حد ڪان متي آيار پڪڙيل آهي.

تہ پوءِ هو پنهنجو بچاءُ نہ ڪري سگهندو.                (ڏسو شڪل)




# چنڊ جو اُڀار

چنڊ ڌرتي لاءِ هڪ اپگره آهي. هي هلال شڪل ۾ هوندو آهي. هي اُڀار مٿائين مريخ جي هيٺان ۽ هٿ جي ڪنگڻ جي مٿان هوندو آهي. ڪن دست شناسن هن کي ٽن ڀڱن اُڀارن ۾ ورهايو آهي. مٿيون، وچيون ۽ هيٺون پر جيڪي خاصيتون هنن طرفان ٻڌايون ويون آهن اهي سڀئي هڪ ٻئي سان مليل جهليل آهن، تنهنڪري هن کي ورهائڻ ۾ ڪوبہ فائدو نٿو ڏسڻ ۾ اچي.

هن اُڀار واري ماڻهو ۾ نئين ايجاد يا ڪا نئين ڳالهہ جو سوچ نہ هوندو پر اهڙو فرد رڳو خيالي هوندو. اجان بہ جيڪڏهن دماغ جي ليڪ هيٺ هن اُڀار ڏي مڙيو وڃي تہ پوءِ اهڙو فرد خيالن جي دنيا ۾ ٻڏو پيو هوندو.        (ڏسو شڪل ۱) (۲ ,۱)

شڪل نمبر ۱ ۾ ۴-۳ اُڀي ليڪ ڪرائي جي نشان ڪان مٿي ملڪ اندر سفر لاءِ آهي ۽ ٦-۵ سنئل ليڪ ملڪ ڪان ٻاهرين سفر لاءِ هوندي آهي.

(شڪل نمبر ۲ ۾) ۲-۱ ڳاڙهي رنگ تي مائل ليڪ ڪرائي جي نشان ڪان عمر جي ليڪ ۾ اچي ملي تہ اها ڪمزوري جي ڪري بيماري يا گردي جي بيماري جي نشاني آهي.      (ڏسو شڪل ۲)

(شڪل نمبر۱ ۾) ۸-۷ ليڪ چنڊ جي گهر مان شروع ٿي، قسمت جي ليڪ کي ڇهي ته گهٽي پيار جي نشاني آهي ۽ مخالف جنس سان محبت پريو واسطو هوندو.

(شڪل نمبر۲ ۾) تاري جو نشان جيڪڏهن چنڊ جي اُڀار تي آهي ته آپ گهات (خودڪشي) يا پاڻي ۾ ٻڏڻ سبب موت جو اشارو آهي. (وڏيڪ قدرت واري جي هٿ ۾ آهي) (ڏسو شڪل ۲)




# زهره (شُڪر) جو اُڀار

زهره گرهه کي پيار جي ديوي ڪري سڏيو ويندو آهي. ٻين گرهن ۾ اهو سڄ کان ٻئي نمبر تي پري آهي. اُڀار زهره هٿيلي ۾ آڱوٺي جي جڙ ۽ حياتي (عمر) جي ليڪ جي اندر يا عمر جي ليڪ تائين ڏنو ويو آهي. جٿين اهو اُڀار هٿيلي ۾ ماس ڀريل ٽڪري ۾ پکڙيل ۽ عمر جي ليڪ کي ڇهندڙ آهي ته اهو ڏيکاري ٿو ته اُڀار جو حياتي سان گهرو واسطو رهي ٿو ڇو جو سيئي خوني رڳون هن هٿ جي حصي ۾ آهن. جيڪڏهن اُڀار سٺي نموني جي شڪل ۾ آهي. ته اهڙو فرد فرحت پسند وڏيڪ هوندو. تاري، ٽڪنڊي، چورس جو هن اُڀار ۾ هجڻ سٺي نشاني آهي ۽ جالي جيڪا اُڀين ۽ سٺي ليڪن سان نهي ٿي اها ڳتي ڏيکاري ٿي، جيڪڏهن ڪا ليڪ زهره جي اُڀار مان شروع ٿي ڏسٽي آڱر ڏانهن وڃي ٿي ته اهڙي فرد کي پوزيشن لاءِ چاهنا هوندي. جيڪڏهن عمر جي

ليڪ آڱوٺي جي ويجهو گولائي ٺاهي ته اهڙو فرد اُتساهه وارو نه هوندو.        (ڏسو شڪل ١ ۽ شڪل ٢)




## هٿيلي جو وچ هيٺ دٻيل

چوٽي مطابق ويٺل يا دٻيل هٿيلي غربت جي نشاني آهي. اهو ڪو سچ نه آهي پر اهڙي قسم جي هٿيلي خبرداري ۽ ڏپ ڏيکاري ٿي. تمام سُڪين سَهنجن ماڻهن جي اهڙي هٿيلي ڏٺي وئي آهي ۽ اهڙا ماڻهو سخي قسم جا مليا آهن. اهڙي هٿيلي تي هڪ وڏو ٽڪنڊو ملي ته اها ڀاڳ جي نشاني آهي. جيڪڏهن ڪراس جي نشاني ملي ته اهڙي شخص ۾ روحاني طاقت وڌيڪ هوندي. هن ڪراس کي غيب جي چوڪڙي به چئبو آهي جيڪو غيب جو خبرون ٻُڌائي ٿي.

(ڏسو شڪل)




# آيارن جو هڪ ٻئي طرف جهڪاءُ

اڪثر هٿن ۾ اهو ڏٺو ويو آهي ته آيار پنهنجي پاسي واري آيار طرف جهڪيل هوندا آهن ۽ ان ۾ ڪا خاصيت آهي. ڪجهه آيار ڪاٻي ڪان ساڄي طرف جهڪيل هوندا آهن، پر ڪي وري ساڄي ڪان ڪاٻي طرف ٻئي پاسي ڪان مليل هوندا آهن، تنهنڪري تمام غور سان جاچڻ گهرجي جئين نتيجو صحيح ملي. جيڪڏهن مشتري جو آيار زُحل طرف جهڪيل آهي ته اهو زُحل جو آيار پنهنجي خوبين ڪان علاوه مشتري جون خوبيون به حاصل ڪندو. پر جيڪڏهن زُحل جو آيار مشتري طرف جهڪي (ڪاٻي ڪان ساڄي) ته مشتري پنهنجي خاصيتن سان گڏ زُحل جي طاقت وٺي ٻئي گڏ وڏي طاقت ٺاهن ٿا. جيڪڏهن مختلف طرف آيار جهڪن ٿا ته نتيجو ابتڙ ملندو.

★

باب ويهون

# هٿ ۾ نشانيون

هٿ ۾ مختلف نشانيون ڪٿي نہ ڪٿي ملنديون آهن. ڪجهہ اهڙيون نشانيون آهن. جيڪي ظاهر ٿي وري غائب ٿي وينديون آهن. ڪجهہ نشانيون فائدي مند ٿين ٿيون ۽ ڪجهہ نقصان واريون.

تارو، چورس، چوڪڙي، ٽڪنڊو، گول، جالي، دائره يا زنجير پنهنجو پنهنجو مطلب رکن ٿيون.

## ★ تارو (Star)

**تاري جي نشاني هٿ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. هن ڪي پنج ننڍيون ننڍيون ليڪون هونديون آهن جيڪي مرڪزي مان جدا جدا طرف نڪرندڙ هونديون. تارو تمام ڀاڳ واري نشاني آهي. جيڪڏهن اهو مشتري يا سورج جي اُڀار تي ملي تہ وڏي طاقت ڏيکاريندو. ابتدائي هٿ ۾ سوريہ جي اُڀار ۾ بغير ڪنهن ٻي نشاني جي رڳو تارو ڏسڻ ۾ اچي تہ انڌاپڻ جي نشاني آهي.**

**هيٺ ڏنل نقطا وڏيڪ هن نشاني جي خلاصو ڪندا.**

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن تاري جو نشان عمر جي ليڪ تي ملي. | جنهن هنڌ تي تارو نظر اچي انهي عمر ۾ موت ٿئي.(قدرت وارو چاٽي) |
| ٢- جيڪڏهن مشتري جي اڀار تي تارو ملي، گڏوگڏ دل ۽ دماغ جي ليڪ سٺي آهي. | محبت ۾ ڪاميابي يا ليڊر هئڻ جي نشاني آهي. |
| ٣- تاري جي نشان جو زحل جي اڀار ۾ ملڻ. | حملي سبب موت ڏيکاري ٿو. (وڏيڪ قدرت چاٽي) |
| ٤- سوريہ جي اڀار ۾ تاري جو هئڻ. | نالي جي مشهوري ۽ شهرت جي نشاني آهي. |

| | |
|---|---|
| ۵- عطارد جي اڀار ۾ عطارد جي آڱر جي هيٺان تاري جو ملڻ. | ڏنڌي ۾ ڪاميابي ڏيڪاري ٿو. |
| ٦- ٻئي ڪنهن نشان ڪان سواءِ فقط تاري جو نشان زهره جي گهر ۾ آهي ته | اها محبت ڀري شادي جي نشاني آهي. |
| ٧- جيڪڏهن مٿائين منگل تي تاري جو نشان آهي. | ته تمام مشڪلاتن جي باوجود ڪاميابي حاصل ڪندو. |
| ٨- جيڪڏهن هيٺائين منگل تي تاري جو نشان آهي. | پنهنجي ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ڪندو. |
| ٩- چنڊ جي اڀار ۾ بنا ڪنهن ٻي نشاني جي فقط تاري جو نشان هجي ته. | اندروني ٻوجهه وڏيڪ هوندي. |

## ■ چورس

چورس فائديمند نشاني آهي. اها طاقت ۽ بچاءُ لاءِ هوندو آهي.

هيٺان نقطا وڌيڪ خلاصو ڪندا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- چورس ڪنهن به ليڪ تي ڪٿي به ملي. | ڪنهن به مصيبت ڪان بچاءُ جو هئڻ ڏيڪاري ٿو. |
| ٢- مشتري جي اڀار تي چورس جو هئڻ. | ڪتان تحفظ ملندو. |
| ٣- زحل جي گهر ۾ چورس هئڻ. | دولت جو بچاءُ رهندو. |
| ٤- سورج جي اڀار تي چورس هئڻ. | پڙهائي ۾ رخنو نه پوندو. يعني بچاءُ تي ويندو. |
| ٥-عطارد جي اڀار تي چورس هئڻ | ڏنڌي جو بچاءُ رهندو. |
| ٦- چنڊ جي گهر ۾ چورس جو هئڻ. | خوفخاني خيالن جي ڪري ڪنهن نقصان ڪان بچاءُ. |

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ٧- مٿائون، هيٺائون مريخ تي چورس جو هئڻ. | ڪنهن حملي کان جسم جو بچاءُ. |
| ٨- زهره جي اڀار تي چورس جو نشان آهي. | اهڙو شخص تمام گهڻو عرصو پنهنجي دنيا ۾ رهندو. خاص ڪنهن سان ياري دوستي نه هوندي. |

## × چوڪڙي (ڪراس)

اها نشاني هٿن ۾ عام هوندي آهي. اها اڀي ۽ آڏي ليڪن جي هڪ ٻئي کي ڪاٽڻ تي ٺهي ٿي آهي. مشتري جي اُبار تي ڪراس جو ملڻ محبت ڀري شادي ڏيکاري ٿو. هڪ وڏي چوڪڙي دل ۽ دماغ جي وچ ۾ هجي ته اها علم غيب هئڻ جي نشاني آهي.

هيٺ ڪجهه وڌيڪ تفصيل سان ڏجي ٿو.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن مشتري جي اڀار ۾ ڪراس آهي ۽ دل ۽ دماغ جون ليڪون ننڍيون آهن ته. | اها محبت ڀري شادي بابت اشارو آهي. |
| ٢- جيڪڏهن زحل جي اُبار تي چوڪڙي آهي ته. | ٻنا اولاد جي نشاني يا علم غيب جو غلط استعمال يا ڪنهن حادثي جي علامت. |
| ٣- جيڪڏهن سورج جي اُبار ۾ ڪراس آهي. | ناڪامي جي نشاني. |
| ٤- جيڪڏهن ڪراس چنڊ جي اڀار ۾ آهي. | موڏي قسم جو ماڻهو هوندو ۽ ٺاڪ هٺندڙ ٻه. |
| ٥- جيڪڏهن دل ۽ دماغ جي وچ ۾ جيڪا جاءِ آهي هن ۾ | علم غيب ۾ شوق. |

| | |
|---|---|
| چوڪڙي جو هئڻ. | |
| ٦- جيڪڏهن هينائين ۽ متائين مريخ تي ڪراس جو هئڻ. | جسماني چوٽ ملڻ جي نشاني آهي. |

## ▲ ٽڪنڊو

ٽنهي ليڪن سان ٽي ڪُنڊون ٺاهيندڙ کي ٽڪنڊو چئبو آهي. اها ڀاڳ واري نشاني آهي. هٿ جي ڪنگڻ تي ٽڪنڊي جو نشان هئڻ دولت هئڻ جي نشاني آهي. زُحل جي اُڀار هينان ننڍي ٽڪنڊي جو هجڻ ڪا گاڏي وغيره سواري لاءِ ۽ ٻئي ڪا پراپرٽي گڏ ٿيڻ لاءِ ڏيکاري ٿو.

هيٺان نقطا ڪجهه وڌيڪ تفصيل ٻڌائن ٿا.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن مشتري جي اُڀار هيٺ ٽڪنڊو آهي ته. | ماڻهن کي پنهنجي قابو ۾ آڻن جي ڪاميابي هوندي. |
| ٢- جيڪڏهن زحل جي اُڀار تي ٽڪنڊو آهي ته. | علم غيب هئڻ جي ليـاقت ۽ پنهنجي فن مان فائدو حاصل ڪندو. |
| ٣- جيڪڏهن سورج جي اُڀار ٽڪنڊو آهي ته. | جيون ۾ ڪاميابي. |
| ۴- جيڪڏهن ننڍي ٽڪنڊي جو عطارد جي اُڀار تي هجڻ. | ڏنڌي ڪرڻ ۾ مونجهـ کي روڪيندو. |
| ۵- جيڪڏهن چنڊ جي اُڀار ۾ ٽڪنڊو آهي ته. | سائنٽفڪ خيال ڏيکاري ٿو پر مزاج ۾ ٺڳي هوندي. |
| ٦- جيڪڏهن هيٺ ۽ مريخ جي اُڀار تي ٽڪنڊو هجي ته. | اهڙو ماڻهو ميدان جنگ ۾ ڪامياب ٿيندو ۽ جسماني چوٽ ملندي. |
| ٧- جيڪڏهن زهره جي اُڀار تي ٽڪنڊو آهي ته. | اهڙو شخص محبت ۾ صبر سان نہ ڪم وٺندو ۽ پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ نہ رهندو. |

## • گول ۽ زنجير

گول جي نشاني هٿن ۾ گهڻ ملي آهي. اها رڪاوٽن جي نشاني آهي. ٻين نشانين جي وچ ۾ اها بدنصيبي جي نشاني آهي.هڪ قطار گول، زنجير جي شڪل ٺاهيو ڇڏين. زنجير به مسئلا ۽ انتظاري پيدا ڪري

ٿي. گول جيڪڏهن دائري جي شڪل ۾ آهي ته ڏکيو وقت ڏيکاري.

**هيٺ ڪجهه وڌيڪ تفصيل ڏجي ٿو.**

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن مشتري اڀار تي گول ملي ته. | تمام مشڪل سان ڪاميابي ٿئي. |
| ٢- جيڪڏهن زحل جي اڀار تي گول آهي ته. | اهڙا ماڻهو موذي هوندا. |
| ٣- سوريه جي اڀار تي گول جي نشاني جو هجڻ. | خود مختياري ۽ شهرت جي نشاني آهي. |
| ۴- عطارد جي اڀار تي گول جو هجڻ. | ڌنڌي ۾ گهٽتائي يا زهر ملڻ جي سبب موت (قدرت وارو چاٿي). |
| ۵- ٻئي ڪنهن به اڀار تي گول هجي ته. | جهڙي اڀار جي خوبي هن جو نتيجو اهڙو نه ملندو جهڙوڪ گول جو مريخ تي هئڻ خراب سوڻ آهن جنهن اڪ ۾ زخم ٿيڻ. چنڊ جي گهر ۾ آهي ته پاڻي ۾ ٻڏڻ جي ڪري موت ٿيڻ. (وڌيڪ قدرت وارو چاٿي) زهره ۾ آهي ته ڪڏهن ڪڏهن تمام خطرناڪ بيماري اچي. |
| ٦- زنجير جيڪڏهن دماغ جي ليڪ تي آهي. | بيماري ڏيکاري ٿي. |

| | |
|---|---|
| ٧- دل جي ليڪ تي زنجير جو هئڻ. | اهو ماڻهو تمام وڏي درجي جو عياش ۽ انهي جي ڪري بيماري ۾ مبتلا ٿيو وڃي. |
| ٨- زنجير جو ڪهڙي به ليڪ تي هئڻ. | انهي ليڪ يا اڀار ۾ گهٽتائي آڻيندو ڀلي اڀار يا ليڪ ۾ خوبي هجي. |
| ٩- آڱوٺي تي زنجير هجي ته. | اها ضد جي نشاني آهي. |

## جالي

اڀين ۽ ليٽيل ليڪن جو هڪ ٻئي ۾ ڪاٽا ڪرڻ سان جالي جي شڪل ٺهي ٿي. اها اڪثر زهره جي گهر ۾ ملي ٿي. اها مسائل يا نااميدي پيدا ڪري ٿي.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن جالي مشتري جي اڀار تي آهي ته. | اهڙو شخص غرور وارو هوندو آهي ۽ اخلاق ۾ گهٽتائي. |
| ٢- جيڪڏهن زحل جي اڀار ۾ آهي ته. | اها بدنصيبي جي نشاني آهي. جيڪا تمام گهڻو نقصان ڏي ٿي. ٿي سگهي ٿو جيل جي سزا ملي. |
| - چنڊ تي اهو نشان آهي ته. | اها بيماري جي علامت آهي. |

## داغ (چٽو).

ي هڪ ٽڪو آهي جيڪو ڪنهن به رنگ ۾ ٿي سگهي ٿو جيڪڏهن آڱر جي ننهن تي آهي ته پوءِ اها نسن جي ڪمزوري ڏيکاري ٿو. ڳاڙها چٽا يا داغ ننهن تي ملن ته اها خون جي وڌيڪ دٻاءُ جي نشاني آهي. پيلن داغن جو هٿن تي هئڻ ڏيکاري ٿو اهڙي ماڻهو جي صحت ٺيڪ نه رهندي. ڪارا داغ خون جي گهٽ داٻ جي نشاني آهن.

## سڌيون ليڪون

اوهان هٿن ۾ ڪٽيون ننڍيون ليڪون پوءِ ايپون آهن يا ليٽيل شڪل ۾ پر ڏسندا ضرور هوندا. آڙيون، اپرندڙ خيال ڏيکارن ٿيون ۽ سڌيون ليڪون ان جو ابتڙ اثر يعني بدنصيبي جي نشانيون آهن.

## ٻيون هٿ ۾ نشانيون

انهن مٿي ڏنل نشانين کان علاوه اڃان به ڪجهه ٻيون نشانيون هٿن ۾ ملنديون آهن جهڙوڪ تارازي، ترشول، گل، مڇي، سورج، چنڊ، سنک، جانور، ڦيٿا وغيره.

اهي تمام گهٽ ڪن ڪن هٿن ۾ ڏسڻ ۾ اينديون آهن.

## ○ دائرو

بيضي نما گول دائرو سٺي ڀاڳ واري نشاني نه آهي. اها ڪنهن به ليڪ يا ڪنهن به اُڀار تي ملي سگهي ٿي.

هيٺ ڪجهه وڌيڪ تفصيل ڏجي ٿو.

| حالت | خوبي |
|---|---|
| ١- جيڪڏهن مشتري جي اڀار تي دائرو آهي. | ڪنهن دوست يا مائٽ جي هٿان هن جو سوچيل پروگرام تباهه ٿي سگهي ٿو. |
| ٢- جيڪڏهن سوريه ۽ زحل جي اڀار تي دائرو آهي. | مالي نقصان ۽ عزت ۾ گهٽتائي ڏيکاري ٿو. |
| ٣- جيڪڏهن ٻين اڀارن تي دائرو آهي. | ان اُڀار جي خوبي ۾ گهٽتائي آڻي ٿو. |
| ٤- جيڪڏهن زندگي يا قسمت جي ليڪ تي دائرو آهي. | مصيبت ۽ بيماري ڏيکاري ٿو. |
| ٥- جيڪڏهن دل جي ليڪ تي دائرو آهي. | ته اهڙي ماڻهو کي محبت ۾ دوکو ملندو ۽ اهو گوشه گمنامي ۾ زندگي گذاريندو. |

٦- جيڪڏهن صحت جي ليڪ تي دائرو آهي.

صحت جي ليڪ تي شروع ۾ جزيرو ملي تہ اهڙو فرد ننڊ ۾ هلڻ شروع ڪندو آهي.

٧- جيڪڏهن ٻئي اپار يا ليڪ تي جزيرو ملي.

اما هن اپار يا آنگر جي خوبي گهٽ ڪندو.

STAR
CROSS
SQUARE
TRIANGLE
CIRCLE
ISLAND
CHAIN
GRILL
SPOT
BLACK RED WHITE BLUE
SMALL LINES
VERTICAL HORIZONTAL
WAVERY LINES
TASSEL
TRIDENT
LADDERS
WHIRL
RARE SIGNS
CONCH SUN MOON MARS WHEEL ANIMALS FISH

# عجيب نشانيون

رڳو ليڪن کي ڏسڻ يا پڙهڻ سان هن فرد بابت سو فيصد معلومات نٿي ملي.

پيون ڪيتريون عجيب و غريب نشانيون به هٿ ۾ آهن، جيڪي شخصيت بابت ٻڌائن ٿيون. اهي آهن لٺ وانگر ٿلهي ليڪ، ليڪ جو ٽٽڻ، ٽٽڻ ڪان پوءِ ٻئي ليڪ جو مٿان شروع ٿيڻ، ٻه ڦاڪ، هيٺ نڪرندڙ ۽ مٿي ويندڙ ليڪون.

## (بار) لٺ وانگر ليڪ

اها تمام ننڍي سڌي سٽل ليڪ آهي جيڪا ڪنهن ليڪ تي ڪراس ڪري ٿي يا ڪنهن اُڀار ۾ يا هٿيلي جي سڌين نڪري ٿي هوندي آهي. اها بربادي جي نشاني آهي، انهي صورت ۾ جيڪڏهن ان تي بچاءُ لاءِ ڪو چورس نه آهي. بار جي ليڪ ڪنهن ٻئي ليڪ کي ڪراس ڪري ته ڪراس ٿيو وڃي جيڪو مسئلا پيدا ڪري ٿو.

### ليڪ جو ٽٽڻ ۽ وري مٿان ٻي ليڪ سان اڳتي وڃڻ

جيڪڏهن ليڪ هلندي ڪٿي رڪجي وڃي ٿي. اهو ليڪ جو ٽٽڻ سمجهيو وڃي. ٽٽڻ واري جاءِ ڪان مٿان ٻئي ليڪ شروع ٿئي ان کي اوورليپ چوندا آهن. اها ليڪ پنهنجو اڳئين وانگر ڪم ڪرڻ شروع ڪندي. ليڪ جو ٽٽڻ ۽ وري ٻي ليڪ سان اڳتي هلڻ بد نصيبي جي نشاني آهي. ليڪ جو گهڻو ٽٽڻ گهڻا مسئلا پيدا ڪندو.

## ڦاڪون ۽ ترشول

ڦاڪ جو ليڪ مان ڪا برانچ نڪري، هٿ ۾ ڪيڏانهن به وڃڻ کي سمجهيو ويندو. آهي. جڏهن ته خاص ليڪ پنهنجو ڪم ڪندي رهي ٿي. ڦاڪون ليڪن جي پڇڙي تي هونديون آهن اها بدنصيبي جي نشاني آهي جيستائين اها مضبوط ٿي اڳتي هلي پنهنجو فرض سنڀالي.

ترشـول به هڪ ڦـاڪ آهي هن ڪي هڪ وڏيڪ ليڪ هوندي آهي. اها
ليڪ جي شروع ۾ جيڪڏهن هوندي آهي. ته سٺي نشاني آهي پر ليڪ
جي پڇڙي تي هوندي ته بدنصيبي جي نشاني آهي.

## چرخي

چرخي جي نشاني به هٿ ۾ ڪٿي نه ڪٿي ملندي آهي. اها دل ۽
دماغ جي ليڪن جي وچ ۾ يا چنڊ جي اُڀار ۾ هوندي آهي. اها تمام
خطرناڪ بيمارين بابت اشارو ڏئي ٿي. جهڙوڪ مٺي پيشاب، ڪينسر
يا سله. اها بدنصيبي جي نشاني آهي.

## هيٺ لهندڙ ۽ مٿي ويندڙ ليڪون

مٿين نموني جون اڪثر ليڪون ماڻهو جي هٿ ۾ هونديون آهن.
اهي تمام ننڍيون ننڍيون ليڪون هونديون آهن جيڪي مکيه ليڪن
سان مليل يا گڏوگڏ ويندڙ هونديون. اهي جيڪڏهن مٿان ويندڙ آهن ته
سٺو نتيجو ڏين ٿيون پر هيٺ لهندڙ ليڪون بد نصيبي ڏيکارن ٿيون.
مٿيون اُڀرندڙ ليڪون اُن ليڪ جو وڏيڪ خاصيتون اُڀرائيندڙ ٿين ٿيون
جنهن مان اهي نڪرن ٿيون.

THE ODDITIES OF LINES

لٺ وانگر



ٽٽڻ ۽ وري



اڳتي وڌڻ



ڦاڪون ۽ ترشو



چرخي



هيٺ لهندڙ ۽
مٿي وبندڙ



باب ٻاويهون

# هٿ ڏسي اڳ ڪٿي ڪرڻ

آزمودو ماڻهو ڪي مڪمل ناهي ٿو. هٿ جو معائنو ڪرڻ کان اڳ ۾ اهو ضرور سوچڻو آهي ته ٿوري ڄاڻ نقصانڪار ٿيندي آهي.

دست شناسي هڪ اندروني ٻوجهه آهي جيڪا هر هڪ جي من کي ڇڪي ٿي. ڪٿي اهو پوڙهو يا ٻار آهي. گهڻي تڪليفن وارو ماڻهو ئي دست شناس کان ڪجهه پڇندو هوندو ۽ هن جي صلاح تي هلندو. اڪثر ماڻهو اوهان کان گهڻا سوال پڇندا آهن. جئين ته

١- آءٌ شادي ڪڏهن ڪندس؟

٢- آءٌ پنهنجو گهر ڪڏهن ٺهرائيندس. يا مونکي پنهنجو گهر ڪڏهن هوندو؟

٣- مونکي ڪو ٻاهر وڃڻ جو چانس آهي؟

٤- ڇا منهنجي لاٽري کلندي؟

٥- منهنجو مستقبل ڇا آهي؟

هن دنيا ۾ هر ماڻهو جي چاهنا هوندي آهي ته آءٌ سٺي نموني رهان ۽ ڪنهن جي به هن جي ابتڙ چاهنا نه هوندي. جيئن ته هر هڪ ماڻهو چاهي ٿو ته هن کي ڌن دولت ملي. جڏهن ماڻهو اوهان وٽ ڪجهه مسئلا حل ڪرائڻ لاءِ اچي، ته پامسٽ جو اهو فرض آهي ته سڀ کان پهرين اهو ڏسي ته ماڻهو ڪهڙي قسم جو آهي، اهو اندازو هن جي هٿ ڏسڻ سان ٿي ويندو جئين ته هٿ ڪهڙي قسم ۾ اچي ٿو. لچڪيدار آهي يا سخت. آنگرين جو جهڪاءُ ماڻهو کي سمجهڻ لاءِ اهميت رکي ٿو ڪنهن جا ٻئي هٿ ڏسڻ ۾ سنا نه هوندا. جيڪڏهن ساڄي هٿ سان ڪم ڪرڻ ۽ لکڻ وارو ماڻهو هٿ ڏيکارڻ لاءِ اوهان وٽ اچي ٿو ته يڪ سمجهو ته هن جو ساڄو هٿ ئي ڪارگر آهي. ۽ کاٻو هٿ هن جي ابتڙ. جيڪو هٿ عملي يا ڪارگر نه آهي هن کي

اوائلي هٿ سمجهڻ ڳهرجي ۽ اهو جنم کان ئي جيڪو ڀاڳ ۾ لکيل آهي اهو ڏيکاريندو.

تنهنڪري ٻئي هٿ اوهان کي هڪ ئي نتيجو نہ ڏيندا ڇاڪاڻ تہ عملي هٿ وڏي طاقت رکندڙ هوندو.

جيڪو بہ هٿ ڏيکارڻ اچي تہ انهي سان هٿ ملائڻ وقت هن جي هٿ کي لوڏڻ کپي ۽ هٿ چڱي نموني دٻائي ڏسڻ کپي تہ ان مان اوهان کي هٿ جي مضبوطي، سختي، نرمي جو پتو پوندو.

سوال پڇڻ سان اوهان کي هن جي اندر جي مونجهہ معلوم ٿيندي ڪٿين سوالن جا جواب ڏيڻ ۾ ڪيہائيندو وغيره وغيره. انهي نموني اسان پنهنجو صحيح ڪوششون انساني خدمت لاءِ لڳائي سگهنداسون.

# هٿ جي لڪائي

# مان انساني حياتي ۽ اخلاق بابت ڄاڻ

ڪجهه ماڻهن جي هٿن جون ليڪون تمام سنهيون هئڻ ڪري هٿ ڏسڻ سان صحيح نتيجو نه ٿو ڪڍي سگهبو آهي. پر سندن لڪائي ڪجهه نه ڪجهه ٻڌائي سگهي. لکڻ واري ماڻهون جي هر اکر جي شڪل ۽ لکڻ جي نموني مان سندس حياتي ۽ خوبين بابت صحيح ڪاٿو لڳائي سگهجي ٿو. جنهن به وقت لکڻ وارو فرد ڪجهه لکڻ شروع ڪري ٿو. تنهن وقت سندس هٿ ۽ دماغ ايڪتا ۾ ڪم ڪندا آهن. سائنس به اهو ٻڌائي ٿي. ته ماڻهون جي جذبات جو اثر دماغ تي پئي ٿو ۽ جيئن ته دماغ جو سڌو واسطو هٿ سان آهي. دماغ جي حڪم تي هٿ ڪم ڪري ٿو تنهن ڪري ڏک، محبت ۽ نفرت جو اثر هٿ تي پوي ٿو. ان جو اندازو اوهان لکڻ واري فرد جي جدا جدا وقت جي لکڻين مان لڳائي سگهندؤ. جيڪڏهن لکڻ وقت دماغ تازو هوندو ته هن جي لکائي نيڪ هوندي ۽ جڏهن ڏک وغيره ۾ هوندو تڏهن لکائي به بگڙيل هوندي آهي.

## لکڻ بابت ڪجهه تفصيل

١- جيڪڏهن اکر لکڻ ۾ وڏا ۽ ويڪرا آهن ته انهي مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته لکڻ وارو فرد سخي ۽ مهربان آهي ۽ سندس شوق فائين آرٽ ۽ ميوزڪ ۾ هوندو.

٢- جيڪڏهن اکر تمام ننڍا ۽ هڪ ٻئي جي تمام ويجهو آهن ته اهڙي فرد ۾ سخاوت جو جذبو گهٽ ٿي سگهي ٿو. جيتوڻيڪ اهو فرد پنهنجي ڪتب جي سڌاري لاءِ گهڻو خيال رکندڙ هوندو.

٣- وچولي لڪڻي يعني نہ ننڍا اکر ۽ نہ ئي وڏا اکر هجن تہ اهڙو فرد طبيعت ۾ پورو پنو پر دوستي سني نڀائيندڙ ملندو.

٤- لکڻ ۾ اکر کبي طرف مڙيل هجن تہ اهڙا فرد فن کي پسند ڪندڙ ملندا. سهڻا دلچسپ نظارا، سهڻيون شڪليون ڏسڻ جو خاص شوق هوندو.

٥- اکر جيڪڏهن مٿاهين کان هيٺائين تائين سڌا آهن تہ اهڙو شخص دلي جذبو هوندو ۽ پرمتبو ڪڏهن بہ نہ هوندو. اهڙو ڪم ڪندو جيڪا هن جي دل مڃي.

٦- لکڻ ۾ اکر ساڄي پاسي جهڪيل هجي تہ اهڙو فرد تڪليفن کان ڪڏهن بہ نہ گهبرائيندو. هر ڪنهن سان پيار رکندڙ ۽ کليل دل وارو هوندو پر اهڙو شخص عورت ذات جي چوڻ ۾ جلدي اچي ويندو.

٧- اکرن جو هيٺائون حصو مٿاڻين حصي کان لکائي ۾ گهرو ڏسڻ ۾ اچي تہ اهڙو فرد عام رواجي ڳالهين سان فڪر ۾ اچي ويندو مثال ڪم ۾ ٿوري دير ٿي تہ فڪر ڪئي ويندس. وغيره وغيره.

٨- اکر جي پنيئن طرف جهُڪڻ اهو ٻڌائي ٿو تہ اهڙو فرد پنهنجي طبيعت جو پاڻ مالڪ آهي ۽ ماڻهن سان لهہ وچڙ ۾ گهٽ ايندڙ هوندو. گهڻو ڪري اڪيلائي پسند هوندو اُن ڪري گهٽ هئڻ جي ڪري تڪليف ۾ ضرور هوندو.

٩- جيڪڏهن لکڻ ۾ اکر جي سراسر لاهي پنيئن طرف نہ هجي ڪنهن وقت لکائي بدلجي وڃي تہ اهڙو فرد موڊي هوندو هن جي سوچ اُميدن ۽ نااُميدي سان پربل هوندي.

١٠- اکر لکائي ۾ هڪبئي تي چڙهيل هجن ۽ پڙهڻ ۾ سولا ڏسن ۾ نہ اچن تہ اهڙي شخص جي هر وهنوار ۾ ڳجهہ سمايل هوندو ۽ سنو فائدو حاصل ڪندڙ هوندو.

# لکائي وڏي اهميت رکي ٿي

١- لکائي جي اکرن هيٺان صفحي جي پور وچوٽ هڪ ليڪ کڍيو ۽ پوءِ جيڪڏهن اکر برابر ليڪ مٿان لڳاتار ڏسڻ ۾ اچن ۽ ليڪ کان ڪوبہ اکر هٽ مٿي نہ هجي تہ اهڙو شخص صحيح جذبات رکندڙ وچولو ۽ پرسرار هوندو.

٢- جيڪڏهن ڇڪيل ليڪ کان اکر مٿي آهن تہ اهڙو فرد سٺي اخلاق وارو، هر ڳالهہ ۾ اوچ خيال رکندڙ ۽ ڪامياب هوندو.

٣- اکر ليڪ کان هيٺ نڪريو وڃن تہ اهڙو فرد ملنڌڙ موقعي مان ڪجهہ بہ حاصلات نہ ڪري سگهندو.

٤- جيڪڏهن لکائي طريقي واري آهي تہ اهڙو فرد جو ڪم ڪار صحيح نموني جو هوندو. هر ڪم طريقي سان ڪندڙ هوندو، جيتوڻيڪ هن کي پاڻ ناهڻ لاءِ سخت محنت ڪرڻي پوندي هوندي.

٥- انگريزي جي وڏي .A.B.C جي لکائي ننڍي a.b.c جي لکائي کان سٺي هجي تہ اهڙي شخص جو رويو ٻين سان سخت هوندو، خاص ڪري پئسي جي معاملي ۾.

٦- سٺي صاف لکائي وارو فرد وهنوار ۾ سادو ۽ صاف هوندو ۽ هن کي دوستي جو وسيع دائرو هوندو ۽ ٻين ماڻهن جي مدد بہ حاصل ٿيندي هوندي.

٧- جيڪڏهن انگريزي جي اکر "t" جو ڪراس سڄي نهندڙ اکر مٿان اچي وڃي تہ اهڙي فرد ۾ تمام گهڻي ڪاوڙ هوندي يا وري تمام گهڻي محبت هوندي. مثال (toil) ڪراس جيڪڏهن "t" جي حد تائين رهي تہ اهڙو فرد ڪجهہ گهٽ مهربان رهندو. مثال (toil)

٨- "t" تي ڪراس سڌي ليڪ جي بجاءِ گولائي "t" تي گهميل هجي تہ اهڙو فرد پنهنجي معاملات ۾ ڏاڍو ڳجهو هوندو. ڪنهن سان

پنهنجي دل جي ڳالهه کولي نه ڪندو ۽ ڪم ماڻهو سان لاڳاپو رکندڙ نه هوندو.

٩- گهڻا ماڻهو پنهنجي (Signiture) صحيح هيٺيان ليڪ ڏيندا آهن ته اهڙن فردن ۾ خودي هوندي ۽ اُهي سٺي قابليت وارا شخص هوندا آهن ان سان گڏوگڏ ڪلبل دل وارا به هوندا آهن.

١٠- جيڪڏهن (Signiture) جي آخري اکرن هيٺان ليڪ هجي ته اهڙي فرد جي حياتي ۾ جدوجهد رهندي هن کي ڪتب جون ذميواريون به سنڀالڻيون پون ٿيون مطلب ته حياتي ڪشمڪش ۾ گذاريندڙ هوندو.

١١- اکرن جي موڙ لکڻ ۾ گولائي مايل هجي ته اهڙا فرد تمام دل پسند طبيعت جا هوندا آهن.

مطلب ته جيئن لکائي ۾ تبديلي اچي ته اهو سمجهڻ گهرجي ته اهڙي فرد جي خيال ۽ چال چلت ۾ به اثر پوندو. مٿي ڏنل تفصيل سان خبر پوي ٿي ته لکائي تي پورو ويچار ڪرڻ سان شخصيت جي موڊ قابليت ۽ هلت چلت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.



جارج برناڈ



چرچل



ھاتما گانڈي

# پاميسٽري بابت

قدرت واري هر ماڻهون جي ٻنهي هٿن ۾ مختلف لڪيرن جو ڄار وڇايو آهي. هر لڪير ۾ راز سمايل آهي. انسان پنهنجي دماغ سان انهيءَ راز کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجهه دوستن جو چوڻ آهي ته لڪيرون ڪجهه نه آهن سڀ ڪجهه مالڪ جي هٿ ۾ آهي. انهي ۾ ڪو شڪ نه آهي ته وڻ جو هڪ پن به مالڪ جي حڪم کانسواءِ نٿو ڇُري سگهي. ماڻهو به مالڪ پيدا ڪيو، هٿ ۾ لڪيرون به هن جي طرفان آهن. سمجهڻ جي ڳالهه اها آهي ته جي لڪيرن ۾ قدرت واري راز نه رکيو آهي ته پوءِ انسان جو هٿ بنا لڪيرن جي هجي. پر ائين نه آهي سڀني ماڻهن جي هٿن ۾ لڪيرون آهن ئي آهن پوءِ ڪنهن جي هٿ ۾ ٿوريون ڪنهن جي هٿ ۾ گهٽيون، اهي ماڻهو جي طبيعت، صحت، شهرت، زندگي موجب هونديون آهن. هي علم چين، جاپان، عراق، ايران، ڀارت ۾ پراڻي دؤر ۾ زور تي هو. انسان پنهنجي کوج ۽ تجربن سان هر ڪنهن ليڪ جو مطلب سمجهيو ۽ انهي موجب لڪير جو نالو رکيو جيئن دل جي، دماغ سحت، شهرت، دولت وغيره جو ليڪون، اهي ليڪون بنا نقص جي آهن ته سٺو نتيجو ٻڌائن ٿيون. ٻوٽا جانور به قدرت واري پيدا ڪيا آهن ۽ انسان انهن تي تجربا ڪري ڪتاب لکيا آهن انهن کي سائنس چوڻ ۾ آيو. جهڙوڪ باٽني، زولاجي وغيره. انهي نموني هٿ ۾ ليڪون به ته قدرت واري جي طرفان آهن ۽ انسان هنن کي سمجهي ۽ ماڻهو جي صحت، دولت، عمر، شهرت بابت ٻڌائي ٿو. ٻي ڳالهه اها ته سو فيصد ته قدرت وارو آهي انسان ته خامين جو گهر آهي هو سو فيصد نتيجو نه ٻڌائي سگهندو ۽ سائنسدان ڪان به ڪي تجربا صحيح ثابت نٿا ٿين.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو.
70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهـن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئـي وقـت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُسـت ۽ پڙهنـدڙ يـا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَـنَ كـا خُصوصي ۽ تـالي لڳـل كِلَب Exclusive Club نہ آهي.

كـوشـش اهـا هونـدي تـہ پَـنَ جا سـڀ كَـم كـار سَـهكـاري ۽ رَضـاكـار بنيادن تي ٿين، پر ممكن آهي تہ كي كم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِـكَـٻِئي جي مـدد كَـرڻ جي اُصـولَ هيٺ ڏي وَٺُ كـنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَـنَـن پـاران كـتـابن كـي ڊِجيِـٽـائِيـز digitize كـرڻ جي عَمَلَ مان كـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل كـرڻ جي كـوشش نـہ كـئي ويندي.

كـتابن كي ڊِجيِـٽـائِيز كـرڻ كان پـو ٻيـو اهـم مرحلـو وِرهـائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو كـم كـرڻ وارن مان جيكـڏهن كـو پيسا كـمائي سـگهي ٿـو تـہ ڀلي كـمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو كـو بہ لاڳاپـو نـہ هـوندو.

پَـنَـن كي كُليل اكرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تـہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ كان وَڌِ كـتـاب خريـد كَـري كـتـابن جـي ليكَـكَـن، ڇپـائيـنـدڙن ۽ ڇاپيـنـدڙن كـي هِمٿائِن. پر ساڳـئي وقت عِلم حاصل كـرڻ ۽ ڄاڻ كـي ڦهلائـڻ جي كـوشش دوران كَـنهن بہ رُكـاوٽَ كـي نـہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪلاٽائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪلاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَــنَ پَــنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)